روشن خيال تعليمي ڪتابي سلسلو **12**

# فلسفي جو تعارف ۽ اهميت

راشد دائودپوٽو



**20**

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | فلسفي جو تعارف ۽ اهميت |
| موضوع: | روشن خيال تعليمي سلسلو |
| ليکڪ: | راشد دائود پوٽو |
| ڪمپوزنگ: | سليمان سميجو |
| سال: | آگسٽ 2009ع |
| ڇپائيندڙ: | سي پي سي ايس |
| مُلهه: | سئو روپيا |

**ڪتابن ملڻ جا هنڌ**

ٿامس اينڊ ٿامس بُڪ هائوس، ڪراچي- ڪاٺياواڙ بُڪ هائوس ڪراچي- سنڌيڪا ڪتاب گهر، حيدرآباد- پنائي ڪتاب گهر، حيدرآباد- گلشن پبليڪيشن، حيدرآباد- فڪشن هائوس، حيدرآباد- سڄاڳي ڪتاب گهر، ايگريڪلچر ڪامپليڪس، حيدرآباد - رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو - گل ڪتاب گهر، شڪارپور - جنيد ڪتاب گهر، دادو - سنڌيڪا ڪتاب گهر، سکر، مارئي ڪتاب گهر، سکر - مهراڻ ڪتاب گهر، ميرپورخاص - هلال ڪتاب گهر، ميرپورخاص، سنڌ بُڪ ڪلب، نوابشاهه.



| | |
|---|---|
| **Book Title:** | Falsafe Jo Taaruf Aain Ahmeat |
| **Subject:** | Civil Society Education Series-12 |
| **Authored by:** | Rashid Daudpoto |
| **Year:** | August- 2009 |
| **Published by:** | CPCS |

سي پي سي ايس جي پبليڪيشن آفيسر منير چانديي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# ستاءُ

# فلسفي جو تعارف ۽ اهميت

چيو وڃي ٿو ته فلسفي جي شروعات تڏهن کان ٿي، جڏهن کان انسان سوچڻ شروع ڪيو. انسان جيڪو پهريون سوال پڇيو اهو فلسفي جي دائري ۾ اچي ٿو. جيئن فزڪس جي علم کي سيني سائنسي علمن جي ماءُ ڪوٺيو وڃي ٿو تيئن فلسفي کي وري سيني علمن جي ماءُ ڪوٺيو وڃي ٿو. فلسفو يوناني ٻوليءَ جي ٻن لفظن فلو (Phileo) ۽ سوفيا (Sophia) جو ميلاپ آهي. فليو= پيار ڪرڻ (Phileo_ to love) ۽ سوفيا معنيٰ ڏاهپ – يعني ڏاهپ سان پيار ڪرڻ. لفظ فلسفي (Philosopher) پهريون دفعو پيٿا غورث استعمال ڪيو. فلسفي لفظ جي شروعات جي به دلچسپ ڪهاڻي آهي. يونان ۾ ست ڏاها هئا، ان جو مطلب اهو نه آهي، ته يونان ۾ هئا ئي ست ڏاها پر ستن ماڻهن کي ڏاهي (Wiseman) جو لقب مليل هو. جنهن ۾ يونان جو پهريون فلسفي ٿاليس (Thales) پڻ شامل آهي.

پيٿا غورث ڏٺو ته جن ماڻهن کي ڏاهو سڏيو ويو آهي اُنهن جون چيل ڪيترين ئي ڳالهيون غلط ثابت ٿيون آهن. جيڪڏهن اهي ڏاها هجن ها، ته سندن ڪيل ڳالهيون غلط ثابت نه ٿين ها. پيٿا غورث ڏٺو ته سندس علم ايترو گهڻو ناهي جو هو پنهنجو پاڻ کي ڏاهو سڏي. تنهن ڪري پيٿا غورث چيو ته آءٌ ڏاهو ۽ عالم ناهيان، پر علم سان چاهه رکندڙ آهيان، ڏاهپ سان پيار ڪندڙ آهيان، I am a Philosopher يعني ”آءٌ فلسفي آهيان.“

فلسفي جي وصف بابت تمام گهڻا موقف آهن. جهڙوڪ: ڪائنات شناسي ۽ خود شناسيءَ جو نالو فلسفو آهي. فلسفو ڪائنات بابت نڪتهءِ نظر جو نالو آهي.

پر جنهن وصف تي تمام گهڻا ماڻهو سهمت آهن. اها وصف هيءَ آهي تہ ڪائنات جي آفاقي قانون جي ڄاڻ، ڳولا ۽ اڀياس کي فلسفو چئجي ٿو. اهي آفاقي قانون جيڪي هڪ ئي وقت فطرت، انساني سماج ۽ انساني غور ۽ فڪر تي لاڳو ٿين.

فلسفي بابت عام طرح منفي راءِ رهي آهي. ان جو سبب ڪجهہ فلسفين جي زندگي گذارڻ جو طريقيڪار پڻ آهي، پر گهڻي قدر حڪمران طبقن ۽ مذهبي پنڊتن طرفان منفي راءِ هلايل آهي، فلسفو هر دؤر ۾ هر قسم جي مروج پڙهي (Status quo) کي چئلينج ڪندڙ رهيو آهي؛ پوءِ پلي اهو اسٽيٽسڪو سياست جو هجي، سائنس جو هجي يا مذهب جو هجي. تاريخ جي هر دؤر ۾ جنهن بہ مروج ريتن رسمن، عقيدن، مروج طريقن جي خلاف ڳالهايو آهي، ان هميشہ دشمنيون پرايون آهن.

فلسفو ماڻهو کي اها طاقت ٿو ڏئي جنهن جي بنياد تي ماڻهو زندگيءَ جي پيٽ ۾ سچ ڳالهائڻ کي ترجيح ڏئي ٿو، زندگي سچ لاءِ قربان ڪري ٿو. هڪ حقيقي فلسفي، سچ جي ڳولا ڪرڻ ۽ سچ کي پيش ڪرڻ تي ڪڏهن بہ ٿاهہ نہ ڪندو آهي.

هڪ طرف فلسفيءَ جي ترجيحن ۾ سماجي رتبو، تعريف، واهہ واهہ، سٺا ڪپڙا، سٺو کاڌو، پنهنجي ٿاهہ ٺوهہ ۽ پئسو ڪمائڻ شامل نہ هوندو آهي؛ ٻئي طرف فلسفي ڪنهن بہ عقيدي جي خلاف اهو ڏسڻ کان سواءِ، تہ ماڻهوءَ جو ردعمل ڇا هوندو، چئي ڏيندو آهي. نتيجي ۾ ڊيڪارٽ (Des_ cartes) جيان ربا (يهودين جي عبادتگاهہ) مان اهو چئي ٻاهر ڪڍيو ويندو آهي، تہ تنهنجو خدا ٻيو ۽ يهودين جو خدا ٻيو آهي. ٽئين طرف فلسفي اها ڳالهہ ڪندو آهي جيڪا ان سماج کان تمام گهڻي مٿانهين هوندي آهي. ان کي سمجهڻ لاءِ سماج کي بہ، اڍائي صديون (250_ 200 سال) درڪار هونديون آهن؛ چوٿين طرف فلسفي ۾ استعمال ٿيندڙ ٻولي عام فهم نہ هوندي آهي بلڪ اها بور ڪندڙ ۽ منجهائيندڙ هوندي آهي.

فلسفي ۾ آخر غير عام فهم ٻولي ڇو تي استعمال ڪئي وڃي؟ ان جو سبب تاريخي طرح رياستي، مذهبي ۽ سماجي پابنديون رهيون آهن، جنهن جو تفصيلي طرح ذڪر هن ڪتاب ۾ ايندو. هتي فقط ان جو اشارو ڪافي آهي، تہ اينگزا غورٿ (Anaxagoras) تي مُلحد هجڻ جو مقدمو هلايو ويو. سقراط (Socrates) تي نوجوانن کي بگاڙڻ، قومي خدائن جي خلاف ڳالهائڻ، نوان خدا ٺاهڻ جو الزام هڻي مقدمو هلائي زهر جو پيالو پياريو ويو. پيٽا غورٿ تي سياسي اثر رسوخ وڌائڻ، رياست تي قبضي ڪرڻ جو الزام هڻي سسلي (Sicyly) مان ٻاهر نڪرڻ تي

مجبور ڪيو ويو. سندس شاگردن کي سسلي ۾ اٽليءَ ۾ ساڙيو ويو. افلاطون (Plato) کي غلام ڪري وڪيو ويو. ارسطوءَ (Aristotle) تي قومي خدائن جي خلاف ڳالهائڻ جو مقدمو هلائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. نتيجي ۾ فلسفي عام ماڻهن کي سمجهه ۾ ايندڙ ٻولي استعمال ڪرڻ بجاءِ اهڙي ٻولي استعمال ڪن ٿا, جيڪا عام فهم نه هجي, ان قسم جي ٻوليءَ جي شروعات ارسطوءَ کان ٿي, پر اهو چوڻ غلط ٿيندو ته فلسفي جي ٻولي هوندي ئي اهڙي ذڪي ۾ منجهائيندڙ آهي.

سقراط جي ٻولي عام فهم هئي, جنهن مان تنهن وقت بازار ۾ آيل واپاري, مزدور ۽ هاري به فيضياب ٿيندا هئا. افلاطون جا ڊائيلاگ اڄ به نئون پڙهندڙ پڙهي لطف وٺي ٿو. ساڳيو ئي اهو فلسفو آهي جنهن کي ڪارل مارڪس مزدورن ۽ هارين جو فلسفو بڻائي ڇڏيو. ٻيو ته ٺهيو پر سنڌ ۾ ئي مارڪسي نظريي سان لاڳاپيل پارٽين جي ڪم کان پوءِ صرف الف- ب پڙهيل به اهو چوندي ڏٺا ويا آهن, ته ڪائنات جي هر شيءِ ۾ تضاد آهي, ٽڪراءُ آهي, هر شيءِ مسلسل تبديليءَ ۾ آهي.

جيئن سائنس ڪنهن ٿيندڙ لقاءُ (Phenomenon) ۾ اهو جاچيندي آهي ته اهو لقاءُ/ عمل ڪيئن ٿو ٿئي, تيئن فلسفي ڪنهن لقاءُ/ عمل کي ڏسڻ کان پوءِ ڏسيندو آهي ته اهو لقاءُ/ عمل ڇو ٿيو؟ آخر ان جي ٿيڻ جا سبب ڪهڙا هئا؟ سائنس ڪنهن به شيءِ کي حصن ۾ ورهائيندي آهي, جيئن هڪ گل کي پنکڙين, ٻج ۽ ٽاريءَ ۾ جدا جدا ڪري, ان جو تجزيو ڪندي آهي, جيئن ماڻهوءَ کي مختلف نظامن ۾ ورهائيندي آهي, جهڙوڪ: هاضمي جو نظام, تنتي سرشتو نيڪال جو نظام وغيره. پر فلسفو شين کي الڳ الڳ ڪرڻ بجاءِ گڏي ڏسندو آهي. نتيجي ۾ فلسفي کي ڳنڍيندڙ چيو وڃي ٿو جڏهن ته سائنس کي ٽوڙيندڙ.

فلسفو هر شيءِ تي شڪ ڪرڻ سيکاري ٿو. فلسفو پڇي ٿو ته هيءَ ڪائنات ايئن ڇو آهي؟ انسان ڇو ٿو سوچي؟ هيءَ ڪائنات بي ترتيب آهي يا باترتيب؟ ڪائنات ۾ قانونيت آهي يا لاقانونيت؟ انسان ۽ ڪائنات جي وچ ۾ رشتو ڪهڙو آهي؟ پيار ۽ نفرت ڇا آهي؟ غيرت ڇا آهي؟ خوبصورتي ڇا آهي؟ پيار, نفرت, غيرت ۽ خوبصورتيءَ جا آفاقي قدر ڇا آهن؟ هڪ فلسفياڻو شڪ ماڻهوءَ کي اصل راز ۽ رمزن کان واقف ڪرائڻ ۾ مدد ڪري ٿو. فلسفو ماڻهوءَ کي گهرو بڻائي ٿو. جنهن لاءِ لطيف چيو آهي:

ويا جي عميق ڏي, منهن ڪائو ڏيئي,
تن سپون سوجهي ڪڍيون پاتاران پيهي,
پسندا سي ئي, امل اکڙين سين.

هڪ فلسفيءَ آڏو دنيا جا جنجهٽ ڪيئن هوندا آهن. ان کي غالب هيئن بيان ڪيو آهي:

**بازيچہ اطفال هي دنيا ميري آگي،**
**هوتا هي شب و روز تماشا ميري آگي.**

دنيا منهنجي آڏو ٻارن جي راند واري ميدان وانگر آهي ۽ ڏينهن رات منهنجي آڏو تماشو ٿئي ٿو.

هڪ فلسفيءَ جي آڏو دنيا تماشو آهي، راند آهي، جنهن جي رازن کان اهو فلسفي واقف آهي، پر ڇا اهو فلسفي اُتي خاموش ٿي ويهي ٿو؟ جواب آهي ته نه. هو دنيا ۾ جيڪي خرابيون ڏِسي ٿو ان کي دور ڪرڻ جو سوچي ٿو. ان جڳهه تي پهچڻ کان پوءِ هڪ فلسفي تماشائيءَ بجاءِ ميدان تي مقابلو ڪندڙ ٿي پوي ٿو. نتيجي ۾ هو سياست، ادب، سائنس ۽ مذهب تي پنهنجا اثر وجهي ٿو.

# يوناني فلسفي جو تعارف

هزارين سالن کان وٺي اڄ ڏينهن تائين هر دؤر ۾ انسان جي گهڻائي، مروج ريتن ۽ رسمن، عقيدن ۽ نظرين، سماجي قدرن ۽ پئمانن کي ايئن سمجهندي رهي آهي، ڄڻ ته اهي هميشه کان ايئن هئا، ڄڻ ته تاريخ ۾ ڪڏهن به انهن بابت ٻه رايا نه رهيا آهن.

فلسفي جي تاريخ پڙهڻ دوران مطالعو ڪندڙن کي مروج عقيدن ۽ نظرين جي ارتقا، سماجي قدرن ۽ پئمانن جي ارتقا، خود سائنس جي ارتقا، سائنسي شعور جي ارتقا، انسان جي سماجي شعور جي ارتقا، مختلف مذهبي تصورن ۽ عقيدن جي ارتقا جي نه فقط خبر پوي ٿي پر اهي ڪهڙين تاريخي ضرورتن تحت وجود ۾ آيا آهن، انهن جي به خبر پوي ٿي. فلسفي جي تاريخ کي پڙهندڙ موجوده دؤر ۾ ٿيندڙ مختلف عملن ۽ واقعن کي چئن سالن جي تناظر ۾ ڏسڻ بجاءِ ان کي تاريخ جي وسيع تناظر ۾ ڏسي ٿو. انهن تصورن ۽ عقيدن کي رڪيل ۽ هميشه کان موجود هجڻ بجاءِ انهن کي زنده ۽ هر دؤر ۾ تبديل ٿيندڙ ڏسي ٿو.

فلسفي جي تاريخ عام طرح يونان کان شروع ڪئي وڃي ٿي، فلسفي جي تاريخ لکندڙ ۾ عام راءِ هيءَ آهي ته فلسفياڻن خيالن جي شروعات سيني تهذيبن ۾ ٿي، جهڙوڪ: مصر، هندستان ۽ عراق ۾. هندستان ۽ عراق ۾ فلسفو تمام گهڻو ڪم ٿيڻ باوجود ڏند ڪٿا کان جان آجي نه ڪرائي سگهيو ۽ نتيجي ۾ هڪ ڏاڪي تي اچي رڪجي بيهي رهيو. فلسفو ڏند ڪٿا کان آجي ۽ هڪ ڏار شڪل ۾ واديءِ دجلا ۽ فرات ۽ واديءِ نيل جي عظيم تهذيب جي ميلاپ واري جاءِ فنوشيا (Phoenicia) ۽ يونان (Greek) ۾ پيدا ٿيو.

هڪ ٻي راءِ هيءَ بہ آهي، تہ ساڳئي وقت تي جتي يونان ۾ فلسفو ظهور پذير ٿيو جيڪي مڪتبہِ فڪر (School of thoughts) يونان ۾ هئا، اهي ئي هندستان ۾ بہ موجود هئا. جهڙوڪ: مادي واد، ڪائنات ۾ مسلسل تبديليءَ کي مڃيندڙ وغيره.

هندستاني فلسفي تي سائنسي طريقو اپنائڻ بجاءِ الهامي ۽ وجداني طريقي کي اپنائڻ بابت بہ بہ مختلف رايا آهن. هندستان جي اڳوڻي صدر ڊاڪٽر راڌا ڪرشنہ هندستاني فلسفي تي بہ جلد لکيا آهن، جن کي آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس طرفان شايع ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ ڊاڪٽر راڌا هندستاني فلسفي کي سائنسي ۽ مادي نڪتئہ نظر سان بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هن ڪتاب جو مقصد هندستاني فلسفي کي جاچڻ بدران يوناني فلسفي بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ آهي.

يوناني فلسفي کي پڙهندڙ عام طور تي اهو سمجهن ٿا، تہ اهي يونانين جا ذهن هئا، جن تنهن وقت يعني اڄ کان 26 صديون اڳ انهن سوالن تي سوچيو باقي يونان کان پهرين اونده هئي، منهنجي خيال ۾ اها تمام وڏي غلط فهمي آهي. فلسفي يونان ۾ اچي جيڪا ڪلاسيڪل شڪل ورتي آهي ان ۾ مصر ۽ عراق جو وڏو حصو آهي. يونان جو فلسفو نج پيچ يونان مان ڦُٽي ڪونہ نڪتو آهي پر يونان جي فلسفي کي پڙهڻ دوران اسان کي هندستان جا بہ اثر ملن ٿا. جنهن ۾ خاص طور فيثا غورث (پيٿا غورث) جو فلسفو اهم آهي. پيٿا غورث جوڙ مٽ (Re_incarnation) جنم جي ڦيري جي ڳالھ ڪئي آهي ۽ چيو آهي تہ انسان جو روح ڪائناتي روح جو ڇڳل حصو آهي، جيڪو فلسفي ۽ سائنس کي زندگي ارپڻ وسيلي ئي مڪتي (نجات) حاصل ڪري سگهي ٿو.

يونان ۾ فلسفي اُڀرڻ کان تمام گهڻو پهرين عراق جا رهواسي ستارن جي علم کان واقف هئا. 1800 ق. م ۾ اسان کي همورابي (Hamurabi) جو پهريون قانون جو ڪوڊ ملي ٿو. 3500 ق. م ۾ مصر جي رهواسين جو 315 ڏينهن وارو ڪئلينڊر ملي ٿو. انهيءَ ساڳئي دؤر ۾ مصري زمين جي ماپ ۽ ورهاست جي علم کان واقف هئا. جاميٽريءَ جي علم جي شروعات مصرين ڪئي. دنيا جو پهرين ڪئنال سسٽم عراقين 3500 ق. م ۾ جوڙيو. عراق ۽ مصر جي شاندار تهذيب پاڻ ۾ ملي فنوشيا جي عظيم تهذيب کي جنم ڏنو. فنوشيا تهذيب جي جاءِ لبنان ۽ شام جي ڌرتي آهي. فنوشيائي 1600 ق. م کان 1200 ق. م تائين سامونڊي واپار جا سردار رهيا.

تاريخ جو ابو سڏجندڙ هيروڊوٽس (Herodotus) پنهنجي ڪتاب تواريخ (Histories) ۾ لکي ٿو تہ ”فنوشين يونانين کي لِکڻ، پڙهڻ، واپار ۽ جهاز هلائڻ

سيڪاريو“. فنوشيا قوم جي زوال کان پوءِ يونان جي تهذيب اُڀري. يونان جي تهذيب يورپ جي تهذيب جي ماءُ آهي. تاريخي طرح يونان کي جيڪا اهميت حاصل آهي ۽ يونان جي تهذيب سموري انسان ذات تي جيڪي اثر وڌا آهن اوترا شايد ئي ٻيءَ ڪنهن تهذيب وڌا هجن. اڄ دنيا ۾ فلسفي ۽ سياست جا جيڪي مڪتبِ فڪر آهن، انهن جو بنياد اسان کي يونان جي فلسفي ۾ ملي ٿو. پوءِ پلي اهي مڪتبہ فڪر سياست جي ميدان ۾ جمهوريت تي ٻڌل هجن يا جارحيت تي، ڊڪٽيٽرشپ تي هجن يا اشرافيہ تي، فلسفي جي ميدان ۾ عقيدت هجي، مشاهديت هجي، جدليات هجي، مافوق الفطرت هجي،ماديت هجي يا خيال پرستي هجي.

هڪ سوال جيڪو بار بار ٿيندو رهيو آهي تہ فلسفو جڏهن ڪائنات گير آهي تہ پوءِ اسين ان کي يوناني فلسفي، هندستاني فلسفي، مسلم فلسفي وغيره ۾ ڇو ٿا ورهايون؟ ان جو سبب ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي سواءِ ان جي تہ يونان جي ڌرتيءَ تي جنم وٺندڙ فلسفي کي يوناني فلسفو هندستان جي ڌرتيءَ تي جنم وٺندڙ فلسفي کي هندستاني فلسفو وچ ايشيا جي ڌرتيءَ تي اسلام کان پوءِ پيدا ٿيندڙ فلسفي کي مسلم فلسفو چئجي ٿو. تنهن ڪري فلسفو فقط يونان يا يورپ لاءِ نہ پر سموري انسان ذات لاءِ آهي.

سائنس ۽ ٻين علمن ۾ مختلف نظريا نون نظرين جي اچڻ کان پوءِ مُدي خارج ٿي وڃن ٿا، پر فلسفي ۾ باوجود ان جي تہ تمام گهڻي ترقي ٿي چڪي آهي، پر يوناني فلسفو اڄ بہ اوترو ئي اهم آهي جيترو فرانسس بيڪن، ڊيڪارٽ، ڪانٽ، هيگل، مارڪس، سارتر، مارٽن هائيڊيگر، وٽگنشٽائين، ميشيل فوڪا کان پوءِ اهم هو. فلسفي جي سموري تاريخ انساني شعور جا مختلف ڏاڪا آهن. اڄ انسان جن فڪري بلندين تي آهي، ان کي سمجهڻ لاءِ اسان کي انهن سيني ڏاڪن تان گذرڻو پوندو.

يوناني فلسفو اسان کي سفر ڪندي ملندو. پهريان فلسفي ايشيائي ڪناري (Asia Minor) تي پيدا ٿيا. ايشيا ڪناري تي تنهن وقت يوناني واپارين جون بينڪون هيون ۽ ايشيائي ڪناري کانپوءِ فلسفي سسلي ۽ اٽليءَ طرف سفر ڪيو ۽ آخر ۾ يونان جي اصل ڌرتيءَ طرف آيو.

# ٿاليس (Thales)

فلسفي جي دنيا جو پهريون فلسفي ۽ يوناني فلاسافرن جو ابو سڏجندڙ يونان جي ستن ڏاهن مان هڪ، يونان جو پهريون طبعدان، رياضيدان، ماهرِ آڪاس ۽ رياست ڪار ٿاليس يونان جي هڪ ٻيٽ آيونا (Ionia) جي خوشحال، واپار جي عروج تي پهتل ۽ طاقتور شهر مائيلطس (Miletus) ۾، 460 قبل مسيح ۾ ڄائو. مائيلطس جي شهرين جا مصر ۽ ليڊيا (Lydia) جي ماڻهن سان واپاري ناتا هئا.

ٿاليس اڪثر رات جو کليل آسمان هيٺان سمهندي تارن جي جهرمٽن ۾ گم ٿي ويندو هو. هن جي دل ۾ تانگهه هئي انهن چمڪندڙ تارن کي ڄاڻڻ جي ۽ تڙپ هئي چنڊ کي ڄاڻڻ جي، جيڪو ڪڏهن اُڀري ته والي بال جيڏو ۽ ڪڏهن صفا وار جي لڪير ۽ ڪڏهن صفا گم.

ٿاليس جي تارن کي ڄاڻڻ واري تانگهه کي سندس وڏڙن جي جوابن نه اُجهايو. اُهي چنڊ ۽ تارن جي پوڄا ڪندا هئا ۽ سج هنن لاءِ سورج ديوتا اپالو (Apollo) هو جيڪو روشني ۽ صحت ڏيندو هو.

انهيءَ تانگهه ٿاليس جي دل ۾ آڪاس لاءِ چاهه پيدا ڪيو ۽ هن پنهنجي عقل جي زور تي، بابلين کان ستارن بابت مليل علم جي بنياد تي، مائيلطس جي رهاڪن کي تعجب ڏياريندي ٻڌايو ته جن ستارن ۽ سج جي توهان پوڄا ڪريو ٿا، دراصل اهي ديوتا ڪونهن پر باهه جا ٻرندڙ گولا آهن. هن سج گرهڻ بابت هڪ پيشنگوئي ڪئي، مائيلطس جي شهرين لاءِ اها پيشنگوئي يوڳ ۽ مذاق جي ڳالهه کان گهٽ ڪانه هئي، پر اتفاق سان جڏهن جنگ لڳڻ واري هئي ۽ جنهن جاءِ تي لڳڻ واري هئي اُتي اهو سج گرهڻ ٿيو. تنهن ڪري اهو سج گرهڻ يادگار بڻجي ويو. اهو سج گرهڻ 26 مئي 585 قبل مسيح ۾ ٿيو.[1]

---

[1] History of Western Philosophy by Bertrand Russel, p_45

هن کي علم حاصل ڪرڻ جي اُڃ مائيلطس شهر ۾ ويهڻ نہ ڏني. هيءُ بحري جهاز ذريعي مصر آيو ۽ جياميٽري جو علم سکيائين. مصرين وٽ جياميٽريءَ جو علم ايئن هو جيئن اڄ اسڪولن ۾ جياميٽري پڙهائي ويندي آهي. پر ان علم کي لاڳو ڪيئن ڪجي تنهن جي ڄاڻ اسان جي استادن کي بہ ورلي هوندي آهي، پر استاد ٿاليس جياميٽريءَ جي علم کي لاڳو ڪري، جياميٽريءَ جي علم کي لاڳو ڪرڻ جو اعزاز يونانين کي بخشي ڇڏيو. هن يونانين کي پاڻيءَ ۾ بيٺل جهاز کي زمين تان ماپڻ ۽ سج جي پاڇي وسيلي مقبرن کي ماپڻ جو فن سيکاريو. چون ٿا، تہ هن چنڊ جي ماپ بہ ڪئي.

ٿاليس جو تِڪَ ۾ ٻڌي ستارن کي ڏسڻ ۽ مقبرن جي پاڇي وسيلي ماپون ڪرڻ وارو عمل، مائيلطس شهر جي واپارين ۽ هٽ واڻين کي اجايو ٿي لڳو. ۽ هو بار بار ٿاليس کي چوندا رهندا هئا، تہ تُنهنجو علم ڪنهن ڪم جو ڪونهي پر ٿاليس جو هميشہ اهو جواب هو تہ اسان جهڙن درويش صفت ماڻهن کي پئسي جي لالچ ناهي هوندي، پر تانگهہ هوندي آهي حقيقتن کي ڄاڻڻ، پروڙڻ ۽ پرکڻ جي. جيڪڏهن پئسا ڪمائڻ چاهيون تہ تمام گهڻو ڪمائي سگهون ٿا. پر مائيلطس جي شهرين لاءِ هيءُ دليل رڳو پنهنجي بيڪارپڻي کي لڪائڻ لاءِ ڏنل دليل ٿي لڳو. هن ڏاهي ڏانهن تنهن وقت جي ماڻهن جي رويي جو اندازو هن واقعي مان بہ لڳائي سگهجي ٿو جيڪو افلاطون بيان ڪيو آهي، تہ هڪ دفعي ٿاليس ڪيڏانهن ويو پئي، پر نظر ستارن ۾ هيس. هيٺ پٽ تي ڪونہ پئي ڏٺائين. رستي ۾ کڏ کوٽيل هئي. ٿاليس ٿاٻڙجي وڃي ان کڏ ۾ ڪريو. اتي بيٺل هڪ ٿريشائي خوبصورت ۽ چالاڪ ڇوڪريءَ هن ڏاهي کي کڏ مان ڪڍي، کلندي چيو "توکي ستارن بابت خبر آهي پر پيرن هيٺان کڏ جي خبر ڪانهي."[2]

ٿاليس کي هڪ دفعي ستارن جي علم مان خبر پئي تہ ايندڙ سال مائيلطس ۽ ڪياس (Kioas) ۾ زيتون جا فصل سٺا ٿيندا. هن سياري ۾ ئي زيتون جو تيل ڪيندڙ مائيلطس ۽ ڪياس جي گهاڻن جي پيڙهائيءَ واري وقت کي ڪرائي تي کڻي ڇڏيو. پيڙهائيءَ جي موسم اونهارو هو ۽ ماڻهن کي اها خبر ڪانہ هئي تہ ڪي فصل سُٺا ٿيندا، تنهن ڪري انهن تمام گهٽ پئسن ۾ گهاڻا ڪرائي تي ڏئي ڇڏيا. جڏهن اونهارو ٿيو ۽ فصل سُٺا ٿيا تڏهن ٿاليس پنهنجي من پسند معاوضي تي زيتون جي پيڙهائي ڪري تمام گهڻا پئسا ڪمايا ۽ مائيلطس شهر جي ماڻهن کي

---

(2) Dictionary of Philosophy، ليکڪ: P. Foulkes ۽ G. Vesey، صفحو: 282

ٻُڌايو تہ جيڪڏهن مون ۾ پئسن ڪمائڻ جي حوس هجي ها تہ توهان کان گهڻا پئسا ڪمايان ها.

ٿاليس ڪي ڪائنات جي ظاهري بگاڙ بيچين ڪيو ٿي. هيءَ سج، هو ستارا، جبل، سمنڊ، وڻ ٽڻ، پکي، سمنڊ جي اندر رهندڙ زندگي، ڌرتيءَ تي گذاريندڙ جانور، انسان، ڪڏهن ٿڌي تہ ڪڏهن گرم هوا، ڪڪرن جو پاڻي ٻڻجي وسڻ، هن ڪي فطرت جا مختلف لقاءَ حيران ۽ پريشان ڪندا هئا. انهن سيني لقائن ۾ بظاهر ڪو رشتو نظر نہ ٿي آيو. ٿاليس جي ذهن ۾ هڪڙو سوال اُڀريو جنهن هن کي فلسفي ٻڻائي ڇڏيو. اهو سوال هو تہ هيءَ دنيا ڇا جي ٺهيل آهي؟ (What is the world made of?) اها هڪڙي شيءِ مان جڙيل آهي يا گهڻين شين مان؟ ايئن ٻن سوالن نہ فقط ٿاليس کي فلسفي ٻڻايو پر هڪ آيوني مڪتب (Ionian School) کي پڻ جنم ڏنو.

ٿاليس هنن سوالن جو جواب فطرت کان مٿانهين مافوق الفطرت (Metaphysical) هستين يعني خُدائن، ديوتائن، ديوين ۾ نہ ڳوليو پر فطرت ۾ ئي ڳوليو. هن جي ذهن ۾ اهو خيال هو تہ هيءَ ڪائنات ڪنهن هڪڙي عنصر جي ٺهيل آهي ۽ قياس آرائي ڪيائين تہ: ”سموري ڪائنات پاڻيءَ مان يا آلاڻ (Moist) مان ٺهيل آهي ۽ وري واپس پاڻي ٿيڻي آهي.“ هن قياس آرائيءَ کي ٿاليس جو پاڻيءَ وارو نظريو (Whater Theory) چئجي ٿو.

ٿاليس مطابق: پاڻي ئي اهڙو عنصر آهي، جيڪو جڏهن برف جو روپ وٺي ٿو تہ سخت ٿيو پوي ۽ جڏهن ٻاڦ جو روپ وٺي ٿو تہ هوا ٻڻجيو پوي ۽ اهو پاڻي وري ڪڪرن جو روپ ڌاري زمين تي وسي ٿو.

ٿاليس جي پاڻيءَ جي نظريي کي سمجهڻ لاءِ ڪجهہ ڳالهين جي وضاحت لازمي آهي. انهن ڳالهين جي وضاحت بغير ٿاليس جو نظريو ڇتڪو نظر ايندو نہ ڪو فلسفياڻو.

هڪ تہ ٿاليس جنهن زماني ۾ رهندو هو تڏهن مادي کي سندس ٽن خاصيتن نهرو (Solid)، پتڙو (Liquid) ۽ گئس (Gas) سان نہ سڃاتو ويندو هو. انسان پوءِ ترقي ڪري اها ڄاڻ حاصل ڪئي، تہ نهرو پتڙو گئس هڪ ئي شيءِ جون خاصيتون آهن. يعني: مادي جون خاصيتون آهن. ٻيو تہ آيوني مڪتب وارا رڳو پُور پچائڻ وارا نہ هئا پر تجرباتي بہ هئا. تيون تہ ڪوبہ ماڻهو فقط ان قسم جي ڳالهہ ڪرڻ جي ڪري فلسفي ڪونہ ٿي پوندو جيستائين ان ڳالهہ کي ثابت ڪرڻ لاءِ عقلي يا سائنسي دليل نہ ڏئي.

تنهن ڪري ٿاليس تي بہ مٿيون ڳالهيون لاڳو ٿين ٿيون. توڻي جو تاريخ هن جي دليلن کي لڪائي ڇڏيو آهي، پر ان دؤر ۾ يعني اج کان ڇويهہ صديون اڳ جي

زماني ۾ ويچي اهو سوچي سگهجي ٿو ته ٿاليس وٽ ڪهڙا دليل هوندا ۽ ڪهڙا دليل ڏئي سگهيو ٿي؟ اسين جيڪي به شيون ڏسون ٿا، اهي يا ته پاڻيٺ واري حالت (تنهن دؤر ۾ پاڻيٺ ڪي پاڻي تصور ڪيو ويندو هو) ۾ آهن يا اهي ڪنهن ڪنهن درجي تي پاڻيٺ واري حالت ۾ اچن ٿيون.

1. جيڪي به جاندار جسم آهن، انهن ۾ پاڻي گهٽي مقدار ۾ آهي، تقريباً ٽي حصا پاڻي، باقي حصو بيا مرڪب آهن.
2. اسان جي چؤطرف جيڪا هوا آهي، ان ۾ به پاڻي آهي. رڳو مخصوص حالت جي ضرورت آهي، جڏهن پاڻ ڪنهن گلاس ۾ برف يا ٿڌو پاڻي وجهندا آهيون، ته ڪجهه وقت ڪانپوءِ ان گلاس جي ٻاهرين پاسي پاڻيءَ جا ڦڙا نظر ايندا، سيني کي خبر آهي، ته اهي پاڻيءَ جا ڦڙا گلاس مان نمي ٻاهر ڪونه آيا آهن پر هوا ۾ موجود آبي بخارن ٿڌاڻ ملڻ ڪري پاڻيءَ جي ڦُڙن جو روپ ورتو آهي.
3. لوهه، پٿر ۽ شيشو به گرميءَ جي هڪ خاص درجي تي پاڻيٺ ۾ تبديل ٿي ويچي ٿو. واضع رهي ته لوهه، ٽامي، چاندي ۽ سون کي پگهرائي مختلف شيون ٺاهڻ جي فن کان قديم زماني جو انسان واقف هو.
4. مٽي به گرميءَ جي هڪ خاص درجي تي پاڻي ٿيو ويچي، ان جو مثال سرن جي ڀٽي مان ڏئي سگهجي ٿو. چاڪاڻ ته سرن کي پچائي پڪو ڪرڻ جي فن کان قديم زماني جا ماڻهو واقف هئا، ان جو مثال موئن جي دڙي ۽ مصر جي احرامن مان مليل سرون آهن. جيڪي ڇهه هزار سال قديم آهن. ڀٽيءَ ۾ سڪل ۽ سڏيون سرون وڌيون ويندڙيون آهن، پر ڪڏهن ڪڏهن ڀٽي مان ڪي ڇڀيون سرون به نڪرنديون آهن. سر جو ڇپو ٿيڻ سر جو پاڻياٺ واريءَ حالت کان سواءِ ممڪن ڪونهي.
5. ٻاهه بابت به تصور آهن: هڪ ته ٻاهه ڪي پاڻيءَ سان وسائي سگهجي ٿو ٻيو ته ٻاهه خود پاڻيٺ واري خاصيت رکندڙ مادي مان ٻري ٿي. پيٽرول ته تمام دير سان نڪتو آهي، پر گاسليٽ ۽ ڏيئي جي تيل کي نه رڳو تنهن وقت جا ماڻهو پر ان کان به اڳ جا ماڻهو ٻاريندا هئا ۽ اهڙيءَ ريت ٻاهه پڻ تيل (پاڻي) مان پيدا ٿئي ٿي.

ارسطوءَ مطابق ٿاليس جو هن ڌرتيءَ بابت خيال هو ته اها پاڻيءَ جي مٿان ترَي ٿي.

جنهن دؤر ۾ ٿاليس هو، تنهن دؤر ۾ سائنس پنهنجا پرڙا ڪونه پکيڙيا هئا. سائنس ته اڃا فلسفي جي پيٽ ۾ مس هئي ۽ انسان وٽ هن ڪائنات بابت تمام ٿورو علم هو. تڏهن ان قسم جهڙيون قياس آرائيون ئي ڪري سگهبيون هيون. ٿاليس جيئن ته ٻيٽ تي رهندو هو جنهن جي چوڌاري پاڻي ئي پاڻي هوندو آهي، تنهن ڪري ٿاليس سمجهيو ته سڄي ڌرتي پاڻيءَ تي تري ٿي. ڪي ننڍا ٻيٽ

آهن، تہ ڪي وڏا ڪنڌ ۾ جن ڪي بہ پاڻي چوڌاري گهيري بيٺو آهي، جتي بہ ڌرتيءَ ڪي ڪوٽبو تہ هيٺان پاڻي نڪرندو. ڪوهہ ڪوٽڻ ڪان قديم دؤر جو ماڻهو بہ واقف هو. موئن جي دڙي مان ڪوهہ لهڻ بہ ان جو هڪ مثال آهي. ان ڪري ئي ٿاليس ان نتيجي تي پهتو هو تہ ڌرتي پاڻيءَ مٿان تري ٿي.

اج بہ هن ڌرتيءَ جي ننڍن بيٺن ۾ وڏن ڪنڌن بابت هڪڙو نظريو اهو آهي، تہ اهي ڪروڙين سال اڳ هڪ هئا ۾ آهستي آهستي هڪ ٻئي ڪان ڇڄي الڳ ٿي ويا آهن.

ارسطوءَ جو ٿاليس لاءِ اهو بہ چوڻ هو تہ هن مطابق چقمق (Magnet) ۾ روح آهي، ڇاڪاڻ تہ چقمق ٻين شين کي پاڻ طرف ڇڪي ٿو. ارسطوءَ ٿاليس لاءِ وڌيڪ چيو تہ، "سڀ شين ۾ خدا (Gods) آهن."[1]

ٿاليس جي مٿين چيل ڳالهہ ڪي ڪيترن ئي ليڪڪن هڪ منجهيل ۾ سمجهہ ۾ نہ ايندڙ ڳالهہ سمجهيو آهي، پر آءٌ سمجهان ٿو تہ ٿاليس جي هيءَ ڳالهہ بنهہ سائنسي آهي.

قديم دؤر جي انسان جي ذهن ۾ اها ڳالهہ هئي، تہ شين ۾ حرڪت ٻاهران ڪان ڏنل آهي، اها سوچ يونانين ۾ بہ هئي. يوناني بہ مادي ڪي ساڪن تصور ڪندا هئا، جيڪڏهن ان ۾ ڪا حرڪت هئي، تہ اها ڪنهن مافوق الفطرت (Metaphysical) هستيءَ جي ڪري پيدا ٿي هئي، جاندارن ۾ روح بہ انهن ڦوڪيو هو. هوائون ڏيندڙ طوفان آڻيندڙ ڪڪر وسائيندڙ پاڻيءَ کي لهرون ڏيندڙ بہ اهي خدا هئا. خود ارسطو بہ ايئن سمجهيو هو ارسطوءَ مطابق هيءَ ڪائنات هميشہ ڪان موجود هئي، پر هن ۾ حرڪت نہ هئي، چرپر نہ هئي. هن ڪائنات کي چرپر غير متحرڪ (Unmoved Mover) قوت يعني خدا ڏني آهي. ٿاليس پنهنجي مشاهدي مان اهو معلوم ڪري ورتو هو تہ هر شيءِ ۾ حرڪت آهي پر تنهن وقت عقلي حدن جي محدود هجڻ ڪري هن اهو نتيجو ڪڍيو تہ اها حرڪت ڏيڻ خدائن جو يا زندگيءَ جو ڪم آهي، تنهن ڪري خدا/ زندگي هر شيءِ ۾ موجود آهن.[1]

ڪائنات جي سيني شين ۾ حرڪت آهي، اها ڳالهہ بہ ڪنهن سائنسي دريافت ڪان گهٽ ڳالهہ نہ آهي.

هيءُ ڏاهو 90 سالن جي عمر ۾ 550 ق. م ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. تاريخ هن جي استادن ۾ وڏن (جن ڪان هن لازمي سکيو هوندو) جي نالن کي هميشہ راز ۾ رکي ڇڏيو آهي.

---

[1] "Early Greek Philosophy" by: John Burnet. P.51

[1] Fundamentals of Marxist_Leninist Philosophy, By: A.E Pairnov (P.102)

# اناڪسيماندر (Anaximander)

اناڪسيماندر ٿاليس کان تيهه سال پوءِ، گوتم ٻڌ کان ستيتاليهه سال پهرين مائيلطس شهر ۾ 610 ق. م ۾ ڄائو. هيءُ مائيلطس شهر ۾ ڄمڻ جي حوالي سان ٿاليس جو نه فقط ڳوٺائي، پر پهرين شاگرد، پوءِ دوست ۽ آخر ۾ فلسفي جي گاديءَ جي پڳ ٻڌندڙ هو. هيءُ فلسفي جي آيوني مڪتب جو ٻيو فيلسوف هو. هن جي دلچسپيءَ جا مرڪز علم آڪاس، جاگرافي، علم ڪائنات (Cosomology)، نظريه تخليق (Cosmogony) هئا. اناڪيسماندر ڏنل علائقن جا نقشا ٺاهيا. سڀ کان پهرين اُس جي ذريعي وقت ٻڌائيندڙ گهڙي نومن (Gnomon) ايجاد ڪرڻ. (اُس-گهڙي Gnomon نه فقط ڏينهن جو وقت ٻڌائيندي هئي، پر ان وسيلي سال جي موسمن جي به خبر پوندي هئي). يوناني ٻوليءَ ۾ فلسفي تي ڪتاب لکڻ ۽ اهو به سڀ کان پهرين نثر ۾ لکڻ جو اعزاز اناڪسيماندر کي آهي. ان ڪتاب جو نالو فطرت (On Nature) هو. اهو ڪتاب ارسطوءَ جي دؤر تائين موجود هو ۽ ان ڪتاب کي ارسطوءَ ۽ ان جي شاگرد طيوفرزيطس پڙهيو. [1] اناڪسيماندر جي پيءُ جو نالو پراڪسئڊس (Praxiades) هو. اپولونيه (Apollonia) ٻيٽ جيڪو ڪاري سمنڊ جي ڪناري تي هو ان کي ٻيهڪ بنائڻ واري بحري مهم جي اڳواڻي اناڪسيماندر ڪئي. اناڪسيماندر پنهنجي استاد کان علم آڪاس ۽ فلسفي ۾ نه فقط اڳتي هو پر ايندڙ ڪيترن ئي فيلسوفن کان به اڳتي هو ۽ نظريئه تخليق (Cosmogony) ۾ ته ايندڙ سادا چوويهه صديون اڳتي هو. اناڪسيماندر ٿاليس جي گذرڻ کان ٽي سال پوءِ (547 ق. م) گذاري ويو.

---

[1] Dictionary of Philosophy. By: G.Vesey & P. Foulkes, P. 12

هن علم آڪاس بابت جيڪو نظريو ڏنو ان کي پڙهي ماڻهو تعجب ۾ پوڻ کان سواءِ رهي نہ ٿو سگهي. توڙي جو اهو نظريو مڪمل صحيح نہ هو پر تنهن دؤر کان تمام گهڻو اڳتي (Advanced) هو. هن چيو تہ هن سڄيءَ ڪائنات جو مرڪز هيءَ ڌرتي آهي، جنهن تي اسين رهون ٿا. هيءَ ڌرتي ڍرم/ ويلڻ (Cylinder) وانگر گول آهي، هن ڪائنات جو گول نمونو (Model) بہ ڏاهيو جنهن ۾ ڌرتي گول ڪائنات (Spherical Universe) جو مرڪز هئي.[1] ۽ جيئن عام طور تصور ڪيو ويندو هو تہ ڌرتي ڪنهن ٻيءَ شيءِ تي بيٺل آهي، مثلاً: ڏڳي جي سڱن تي يا پاڻي وغيره تي، پر اناڪسيماندر مطابق ڌرتي ڪنهن تي بہ بيٺل ڪانهي، جيڪڏهن ڌرتي پاڻيءَ تي بيٺل آهي، تہ پاڻي بہ ڪنهن ٻي شيءِ تي ضرور بيٺل هوندو ۽ جي ائين سوچبو تہ پوءِ اهو سلسلو اٽڪڻ تي ويندو. هن جي ڏاهيل ڪائنات واري نموني ۾ سج سڀ کان تيز حرڪت ڪندڙ هو، پوءِ چنڊ هو ۽ تارا. سج ۽ چنڊ کان پري آسمان ۾ ڪُتل هئا. اناڪسيماندر سج بابت چيو تہ اهو ڌرتيءَ کان ننڍو نہ آهي، اهو يا تہ ڌرتيءَ جيترو آهي يا اُن کان ستاويهہ اناويهہ دفعا وڏو آهي.[2]

اناڪسيماندر کان جڏهن پڇيو ويو تہ ڌرتي جيڪڏهن گول ڪائنات جو مرڪز آهي ۽ اها ڪنهن تي بيٺل بہ ڪانهي تہ پوءِ اها ڇو نہ ٿي هيٺ ڪري؟ تہ هن جواب ڏنو تہ ڌرتي ان لاءِ نٿي ڪري ڇاڪاڻ تہ ڌرتي ڪائنات جو مرڪز آهي ۽ ڌرتيءَ جي سيني طرفن کان مفاصلو برابر آهي ۽ ڌرتي فيصلو نہ ٿي ڪري سگهي تہ ڪهڙي طرف وڃي. (واضح رهي تہ هڪ نظريي مطابق ڌرتيءَ ۾ روح تصور ڪيو ويندو هو) ڌرتيءَ جي حالت بلڪل ان بکايل جانور واري آهي، جنهن جي ٻنهي طرفن کان بلڪل برابر مفاصلي تي سڪل گاهہ جا ڍير پيا هئا. پر اهو ڪنهن طرف وڃڻ جو فيصلو نہ ڪري سگهڻ جي ڪري بکايل ئي مري ويو.[3] اناڪسيماندر جي مٿين سوچ مان ئي اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ هو ڪيتري فهم جي بلنديءَ تي پهتل هو ۽ پنهنجي همعصر (Contemporary) يونانين ۽ اينڊريونانين کان بہ اڳتي هو.

اناڪسيماندر جون هن ڌرتيءَ تي زندگيءَ جي وجود ۾ اچڻ بابت بيان ڪيل ڳالهيون پڙهي ماڻهو حيرت ۾ پئجيو وڃي. ڪهڙن لقائن ۽ عملن کي ڏسي ڪيئن هن شخص اهي ڳالهيون اڄ کان چوويهہ صديون اڳ ڪيون، جن کي ساڍن چوويهہ صدين کان پوءِ ڊارون (1809_1882ع) ارتقا جو نظريو ڏيئي سچو ثابت ڪيو. ان مان ئي اندازو ٿئي ٿو تہ اناڪسيماندر جون ڪيل قياس آرايون ڪيتريون نہ حقيقت جي ويجهو هيون.

---

[1] The Greek Philosophy, By: W.K.C Guthrie, P. 28

[2] History of Western Philosophy, By: Bertrand Russel, P. 47

[3] The Greek Philosophy, By: W.K.C Guthrie, P. 28

يونان ۾ ٻه ٻين قديم تهذيبن وانگر هن ڌرتيءَ تي زندگيءَ جي وجود ۽ مختلف نسلن جي وجود بابت مختلف ڏند ڪٿائون آهن. هڪڙي ڏند ڪٿا جيڪا عام طور تي سڀني قديم تهذيبن ۾ ملي ٿي ته زمين (جنهن کي ماد تصور ڪيو ويجي ٿو ۽ پوءِ ان کي ماءُ جو درجو ڏنو ويو) ۽ سج (جنهن کي نر تصور ڪيو ويجي ٿو) جي جنسي ميلاپ جي ڪري هن ڌرتيءَ تي زندگي پيدا ٿي آهي، پر اناڪسيماندر مروج خيال کان اختلاف رکندي چيو ته ڌرتيءَ تي زندگيءَ جي شروعات مٽيءَ ۽ پاڻيءَ جي روڳ/گچڙ (Mud/slime) کي سج جي گرمي ملڻ ڪري ٿي.[1] جنهن کي ڊارون ساڍا ٻاويهه صديون پوءِ 1859ع ۾ "فطري چونڊ جي اُصول ڪري جنسن جي شروعات" (Origin of Species by means of Natural Selection) ڪتاب لکي، اهو ثابت ڪيو ته زندگيءَ جي شروعات مٽيءَ ۽ پاڻيءَ جي روڳ مان ٿي آهي.

ان کان ٻه وڌيڪ ۽ عقل چرخ ڪندڙ ڳالهه هيءَ ڪيائين ته هن ڌرتيءَ جي خشڪ حصي تي جيڪي ٻه جاندار رهن ٿا، اهي سڀ مڇين مان ارتقا ڪري آيا آهن ۽ هي انسان ٻه مڇين مان ارتقا ڪري هن درجي تي پهتو آهي ۽ انسان کي هن درجي تي پهچڻ ۾ ٻين سڀني جاندارن کان وڌيڪ عرصو لڳو آهي، ان جو اندازو انساني ٻار جو تمام دير سان گهمڻ ڦرڻ ۽ ڪاڻ پيئڻ جي لائق ٿيڻ مان لڳائي سگهجي ٿو جڏهن ته ٻين جانورن جا ٻچا ڄمن ئي مس ٿا ته هلڻ شروع ڪن ٿا.[2] ان لحاظ کان مڇيون اسان جون نه فقط مائٽياڻيون آهن، پر اسان جون ڏاڏيون ۽ نانيون، پڙ ڏاڏيون ۽ پڙ نانيون ٻه آهن.

ان قديم دؤر ۾ جاندارن جي مختلف جنسن بابت ڪيترائي ڏند ڪٿائي قصا مشهور آهن، جن کي تنهن دؤر ۾ مڃيو ويو ٿي، جيئن هندستان ۾ جاندار جي مختلف جنسن جي وجود بابت قصو آهي، ته وڏي ديوتا پرجا پتي (جنهن کي مختلف نالن سان سڏيو ويجي ٿو) پنهنجو پاڻ کي اڪيلو محسوس ڪندي هڪ ڇوڪري خلقي، جيڪا ايتري ته خوبصورت هئي جو ان کي پرجا پتي ٻه دل ڏيئي ويٺو ۽ ان سان جنسي ميلاپ ڪرڻ جو سوچيائين، ان حَسين ڇوڪريءَ سوچيو ته جيڪڏهن ائين ٿيو ته اهو ڏوهه ٿي پوندو، ڇاڪاڻ ته آءٌ پرجا پتيءَ جي جڻ ته ڌيءَ آهيان، تنهن ڪري ان ڇوڪريءَ پرجا پتيءَ کي ان ڏوهه کان بچائڻ لاءِ مختلف روپ وٽرائڻ شروع ڪيا. ڪڏهن ڍڳيءَ جو ڪڏهن ٻڪريءَ جو مطلب ته اڄ جيڪي ٻه هن ڌرتيءَ تي جنسون موجود آهن، انهن جو روپ ورتائين. پر هر روپ ۾

---

[1] The Greek Philosophy, By: W.K.C Guthrie, P.28

[2] History of Western Philosophy, By: Bertrand Russel, P.47

پرجا پتي روپ بدلائي ان سان ميلاپ ڪيو ان ٻوڙ ٻوڙان. لک لکان ۾ هن ڌرتيءَ
تي جاندارن جون هيترين جنسون وجود ۾ اچي ويون.

ان ڏند ڪٿائيءَ دؤر ۾، اڄ کان چويهه صديون اڳ اها ڳالهه ڪرڻ سچ پچ ته
ڪنهن معجزي کان گهٽ نه آهي ۽ هنن ڳالهين کي پڙهڻ ڪانسواءِ ماڻهو اندازو ئي
نه ٿو لڳائي سگهي، ته انسان جي عقل جي ڪا ايتري اُڏام به ٿي سگهي ٿي!

انسانن ۽ جانورن جو مڇين مان ارتقا ڪري، هن درجي تي پهچڻ يا زندگيءَ
جو آلي عنصر مان وجود ۾ اچڻ جي ڄاڻ تائين اڄ جو جديد انسان به هينئر مس
پهتو آهي، اڃا تائين اڄ جي جديد دؤر ۾ رهندڙ ڪيترائي انسان زندگيءَ جي پاڻيءَ
مان ارتقا جي ڳالهه کي مڃڻ لاءِ تيار ناهن. اهي ڇڻ ته اڄ به ست سئو اٺ سئو قبل
مسيح واري دؤر ۾ رهن ٿا.

اناڪسيماندر جو نظريو جيڪو فلسفي جي دائري ۾ اچي ٿو ان کي عام طور
ذڪيو ۽ سمجهه ۾ نه ايندڙ سمجهيو وڃي ٿو. تنهن ڪري هيءُ نظريو جنهن غور ۽
ويچار جي گهُر ڪري ٿو اهو عام طرح پڙهندڙ نه ٿو ڏئي. ان ڳالهه کي ذهن ۾ رکندي
اناڪسيماندر جي فلسفي جي نظريي تي پهريائين ڏيان ڏيڻ بدران سندس
آڪاس بابت، زندگيءَ جي وجود ۽ جانورن جي مختلف جنسن بابت نظريا/ قياس
آرايون مون پهرين ڏنا آهن. جيئن پڙهندڙ وٽ اناڪسيماندر جي فلسفياڻي نظريي
لاءِ سنجيدگي پيدا ڪري سگهجي.

جيئن ته مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون ته اناڪسيماندر ٿاليس جو شاگرد هو.
ٿاليس جي آبي نظريي (Water Theory) جيڪو نظريو ڪائنات (Cosomology)
جي دائري ۾ پڻ اچي ٿو مطابق سموريءَ ڪائنات جون سڀ شيون پاڻيءَ جون
ٺهيل آهن ۽ پاڻيءَ ۾ واپس تبديل ٿيڻيون آهن. ۽ ٻيو ته هيءَ ڪائنات ڇا جي
ٺهيل آهي؟ يعني ان بنيادي مادو/ مادا (جنهن کي مختلف اصطلاحن ۾ بيان
ڪيو وڃي ٿو مثال طور: توڙ وارو اُصول، توڙ واري بنيادي حقيقت، بنيادي مادو
Ultimate Principle, Ultimate Basic Reality, Primary Substance) وغيره)
ڪهڙو آهي/ ڪهڙا آهن؟ هڪ آهي يا گهڻا آهن؟ ان سوال جو جواب ٿاليس ڏنو
هو ته ڪائنات جو بنيادي مادو هڪ آهي ۽ اهو آهي پاڻي.

اناڪسيماندر ان نظريي کان اختلاف ڪيو ۽ چيو ته پاڻي خود ٻين شين
جهڙوڪ: ٻاڦ، آلاڻ ۽ سخت وغيره ۾ تبديل ٿي وڃي ٿو تنهن ڪري جيڪو عنصر
ٻين شين/ عنصرن ۾ تبديل ٿي وڃي ٿو اهو بنيادي عنصر ٿي ئي نه ٿو سگهي.
اناڪسيماندر جي دؤر ۾ گرم ۽ سرد. آلاڻ ۽ خشڪ، سوڪ يا ٿوٽ پٽي کي عنصر

سمجهيو ويندو هو اهي چار عنصر هئا جيڪي هڪ ٻئي جي بلڪل مخالف هئا. اناڪسيماندر جو دليل هو تہ جيڪڏهن آبي نظريو صحيح آهي تہ پوءِ پاڻي، سج جي گرميءَ جي ڪري خشڪ نہ ٿيڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ ڪوبہ بنيادي عنصر ٻئي مخالف عنصر ۾ تبديل نہ ٿو ٿي سگهي، پر پاڻي تبديل ٿي وڃي ٿو. تنهن ڪري پاڻي هن ڪائنات جو بنيادي عنصر/ مادو نہ آهي. ڪائنات جو بنيادي عنصر/ مادو واقعي هڪڙو آهي، پر اهو پاڻي ناهي. اسان جيڪي عنصر ڏسون ٿا يعني گرم ۽ سرد، خشڪ ۽ آلاڻ انهن مان ڪوبہ ڪونهي، پر انهن عنصرن جي پاتال ۾ وڃبو تہ اهو بنيادي عنصر ملندو جن مان هي ٻيا عنصر جيڪي اسان کي نظر اچن ٿا، سي ٺهيل آهن. اهو بنيادي عنصر جنهن لاءِ اناڪسيماندر يوناني لفظ اپيران (Apeiron) استعمال ڪيو آهي، جنهن جي پهرين معنيٰ لاحد هئي، پوءِ يونانين ان لفظ جي معنيٰ 1 ـ پنهنجي ڦهلاءَ ۾ لاحد، بي انت ۽ 2 ـ پنهنجي اندر ۾ پنهنجي گهرائيءَ ۾ لاحد، بي انت ورتي.[1]

اهو بنيادي عنصر (اپيران) لاحد، مبهم، اڻ طئہ ٿيل، بي شمار بي انت، دائمي، سدا حيات ۽ لازوال آهي.[2] ان بنيادي عنصر (اپيران) جي لاڳيتي حرڪت جي ڪري هيءَ دنيا وجود ۾ آئي آهي.[1] ان جي دائمي حرڪت جي ڪري هن ڌرتيءَ تي حياتياتي ارتقا پڻ ٿي آهي.[2] ان بنيادي مادي/ عنصر مان گرم ۽ سرد، خشڪ ۽ آلاڻ جا عنصر الڳ ٿي وجود ۾ اچن ٿا.[3] اُهي عنصر فنا ٿي وري بنيادي عنصر (Apeiron) ۾ تبديل ٿين ٿا، وري ان مان نئين سر جنم وٺن ٿا.[4]

گرم ۽ سرد، خشڪ ۽ آلاڻ عنصرن جي فنا ٿيڻ جي سبب بابت اناڪسيماندر چوي ٿو تہ هن ڪائنات ۾ هنن عنصرن (حرڪت هجڻ ڪري هنن ۾ روح تصور ڪيو ويندو هو) جون پنهنجون پنهنجون حدون مقرر ٿيل آهن، هر عنصر پنهنجي حد کي وڌائڻ جي دائمي جدوجهد ۾ ٻئي جي حصي/ حد کي ڪُتائي ٿو پر فطرت جي انصاف جي قانون جي ڪري اهي (Apeiron) بنيادي عنصر ۾ تبديل ٿيو وڃن، وري اتان نئين سر جنم وٺن ٿا.[5]

اناڪسيماندر جو بنيادي عنصر، اپيران، لاحد وارو نظريو ڪايا پلٽ نظريو هو ۽ پنهنجي دؤر جي ذهني سطح کان تمام گهڻو بلند هو تنهن ڪري ان نظريي

---

[1] The Greek Philosophy, By: W.K.C Guthrie, P.27

[2] At the cross road of infinities, By: E.I. Parnov, P.14

[1] The History of Western Philosophy, By: Bertrand Russel, P.46

[2] A Hand Book on the History of Philosophy, By: J. Ibeit_e_avey, P.11

[3] At the cross road of infinities, By: E.I. Parnov, P.14

[4] The History of Western Philosophy, By: Bertrand Russel, P.46

[5] The History of Western Philosophy, By: Bertrand Russel, P.46

ڪي ڪيترين ئي صدين سمجهہ ۾ نہ ايندڙ منجهيل، ڇرپٽي وارو نظريو سمجهيو پئي ويو. پر اناڪسيماندر جي اها قياس آرائي توانائيءَ جي ڄڻ تہ وصف هئي. توانائيءَ کي سمجهڻ سان ان نظريي جي منجهيل سُٽ کي کولي سگهجي ٿو.

توانائيءَ جون مختلف شڪليون آهن، جيئن: زور، گرمي، ڪشش، روشني وغيره، سڀ توانائيءَ جون شڪليون آهن. پر ڪنهن بہ هڪ شڪل سان توانائي مڪمل مشابهت ڪانہ ٿي رکي. تيئن بنيادي مادي جون گرم ۽ سرد، خشڪي ۽ آلاڻ مختلف شڪليون آهن، پر ان مان ڪا بہ هڪ شڪل (Form) مڪمل بنيادي مادي سان مشابهت ڪانہ ٿي رکي.[1]

روسي ليکڪ اي-آئي-پانوف E.I.Parnov اناڪسيماندر جي نظريي جي ذڪئي هئڻ بابت چيو آهي تہ: ”مفروضي/ قياس آرائي/ نظريي جو سمورو نقص ميٿاميٽيڪل اوزار نہ هجڻ ۽ ٽيهن صدين جي ڏگهي تجربي ۽ مشاهدي جو علم نہ هجڻ هو جنهن ۾ ورنر هائزبرگ تمام گهڻي ڪوشش ۽ مشڪل سان بنيادي مادي (Primary Mass) جو نظريو ڏيئي، ان (اناڪسيماندر) جي مفروضي، قياس آرائي ۽ نظريي کي ڪجهہ آسان بڻايو آهي.[2]

زندگيءَ جو بي جان پاڻيءَ مان وجود ۾ اچڻ يا هن دنيا جي وجود ۾ اچڻ جو سبب لڳاتار، مسلسل دائمي حرڪت آهي، اها قياس آرائي بہ بلڪل سائنسي آهي. ڇاڪاڻ تہ اڄ فزڪس ان نتيجي تي پهتي آهي تہ سموري ڪائنات جنهن جو بنيادي نظام ائٽم تي ٻڌل آهي، اهو مختلف جزن (Particles) جو ٺهيل آهي، جن ملي مادو ناهيو آهي. اهي سڀ ڪان ننڍا جزا توانائيءَ جا ٺهيل آهن. مادو فطرت جي سادي ڪان پيچيده ڏانهن ترقيءَ جي قانون تي عمل ڪندي توانائيءَ مان، جزن مان، نظام/ جسم ۾ تبديل ٿيو. ننڍن جسمن مان وري مرڪب ٺهيا، جيڪي غير نامياتي مرڪب هئا ۽ غير نامياتي مرڪب وري نامياتي مرڪبن ۾ تبديل ٿيا ۽ انهن مان زندگيءَ جنم ورتو ۽ پوءِ زندگيءَ مان سماج جنم ورتو. پر انهن سڀني جو بنيادي جز توانائي آهي، جنهن کي اناڪسيماندر جي ٻوليءَ ۾ اپئران (Apeiron) چئي سگهجي ٿو.

اناڪسيماندر جنهن عقل ۽ فهم جي بلنديءَ تي هو ان تي شايد ئي ڪو پهتو هجي.

---

[1] A Hand Book on the History of Philosophy, By: J.Ibeit_e_avey, P.11

[2] A Hand Book on the History of Philosophy, By: J.Ibeit_e_avey, P.14

# انڪسيمينز (Anaximenes)

انڪسيمينز اناڪسيماندر جي ڄمڻ ڪان 22 سال پوءِ ٿاليس جي پيشنگوئي ڪيل سج گرهڻ ڪان ٿي سال پهرين 588 ۾ ڄائو ۽ چوهٺ سالن جي عمر ۾ 524 ق. م ۾ گذاري ويو. هي آيوني مڪتب جو آخري فلسفي هو. هيءُ به مائيلطس شهر ۾ ڄمڻ جي لحاظ ڪان ٿاليس ۽ اناڪسيماندر جو ڳوٺائي هو ۽ اناڪسيماندر هن جو استاد هو پر هيءُ اناڪسيماندر جهڙو حيرت انگيز ۽ دلچسپ نه هو. هن جي زندگيءَ بابت اسان کي تمام ٿورڙي ڄاڻ ملي ٿي. فلسفي تي هن ڪتاب به لکيو. جيڪو ارسطوءَ جي شاگرد طيوفريطس به پڙهيو.

انڪسيمينز جو ڪائنات کي سمجهڻ لاءِ بنيادي سوال ساڳيو ئي هو جنهن تي ٿاليس ۽ اناڪسيماندر بحث ڪيو. ڪائنات ڇا جي ٺهيل آهي؟ هيءُ پنهنجي استاد سان هنن ٻن ڳالهين تي مڪمل سهمت هو ته هيءَ ڪائنات ڪنهن هڪ عنصر جي ٺهيل آهي ۽ اهو عنصر لاحد ۽ بي انت آهي. پر هن پنهنجي استاد سان هن ڳالهه تي اختلاف رکيو ته اهو عنصر ڪو مبهم آهي، جنهن کي اسان ڏسي نه ٿا سگهون ۽ نه ئي پاڻي آهي، جيئن ٿاليس چيو آهي، پر هيءَ سڄي ڪائنات ۽ خود پاڻي به. ان مبهم عنصر جو ٺهيل آهي. اهو مبهم عنصر هوا آهي. يوناني ٻوليءَ ۾ هوا (Air) کي Aer چوندا آهن ۽ جنهن دؤر ۾ انڪسيمينز لفظ هوا استعمال ڪيو. تنهن دؤر ۾ هوا ۽ ڪوهيڙي يا ڌنڌ کي هڪڙي ئي شيءِ يعني Aer سمجهيو ويندو هو.[1]

هن ڪائنات جو بنيادي عنصر هوا ان ڪري آهي جو پاڻي به ٻاڦ بنجي هوا ۾ تبديل ٿي وڃي ٿو. انڪسيمينز مطابق سج، چنڊ، تارا، ڪڪر، ڌرتي، جبل، پٿر

---

[1] The Greek Philosophy, By: W.K.C Guthrie, P.29

سڀ هوا جي گهاٽي ۽ ڇڊي ٿيڻ جي ڪري وجود ۾ آيا آهن.[1] هوا ڇڊي ٿيڻ ڪري گرمي ۽ ٻاهه ۾ تبديل ٿئي ٿي ۽ هوا گهاٽي ٿيڻ ڪري ڪڪر ۽ پاڻيءَ جو روپ وٺي ٿي ۽ جڏهن اڃا وڌيڪ گهاٽي ٿئي ٿي، ته اها پٿر جو روپ وٺي ٿي. هن زلزلن لاءِ چيو ته جڏهن نرم زمين سخت ٿيڻ شروع ٿئي ٿي ته زلزلا اچن ٿا.[2] انڪسيمينز جي هوا جي گهاٽي ۽ ڇڊي ٿيڻ واري نظريي لاءِ جيڪڏهن اڄ جي دؤر جو سائنسي اصطلاح (Scientific term) استعمال ڪجي ته هن ان نظريي ۾ متحرڪ عنصر (Dynamic Principle) متعارف ڪرايو.[3]

هن جو ان نظريي تي تجربي ۽ مشاهدي جي ذريعي پهچڻ آسان هو. پاڻيءَ جو ٻاڦ ۾ تبديل ٿيڻ ذريعي، ڪاٺ جو سڙي رک ٿيڻ جي ذريعي ۽ ٻين ڪوڙ سارن لقائن ذريعي. هن جي نظريي جي اهم اها ڳالهه ناهي، ته هن ڪائنات جو بنيادي عنصر هوا ڪي قرار ڏنو پر هن جو اهم ڪارنامو اهو آهي، ته هن چيو ته هيءَ سموري ڪائنات ڇڊي ۽ گهاٽي ٿيڻ جي عمل دوران وجود ۾ آئي آهي.

هن ڇڊي ۽ گهاٽي ٿيڻ جي عمل ذريعي گرم ۽ سرد ٿيڻ کي ثابت ڪرڻ لاءِ هڪ مثال هن طرح ڏنو ته جيڪڏهن اسان وات ننڍو ڪري وات ۾ هوا رکنداسين ۽ جڏهن هوا ڇڏينداسين ته اها ٿڌي هوندي ۽ اُن ۾ هوا کي وڏي جڳهه ڏينداسين ۽ پوءِ ان کي وات مان ڪڍنداسين ته اها گرم هوندي.[4]

عام طور قديم زماني ۾ سڄيءَ دنيا ۾ روح کي هوا سان ڳنڍيو ويندو هو. ان هوا کي روح ڏينڌڙ سمجهيو ويندو هو ۽ هن ڪائنات ۾ جيڪا هوا آهي، ان کي خدائي هوا/ روح تصور ڪيو ويندو هو ۽ انسان جي روح کي ان خدائي روح سان ڳنڍيو ويندو هو ۽ ان جو حصو سمجهيو ويندو هو. انڪسيمينز به روح کي هوا سان ڳنڍيو ۽ چيو ته اسان کي زندگي ان هوا جي ڪري ملي آهي. هوا زنده آهي ۽ هيءَ ڪائنات جيڪا هوا جي ڇڊي ۽ گهاٽي ٿيڻ جي عمل دوران وجود ۾ آئي آهي، اها

---

[1] A Hand Book on the History of Philosophy, By: J. Ibeit_e_avey, P.11/12

[2] Story of Philosophy, By: Will Durant, P.47

[3] At the cross road of infinities, By: E.I. Parnov, P.15

[4] The Greek Philosophy, By: W.K.C Guthrie, P.30

ڪائنات بہ زندهہ آهي. هيءَ بہ آيوني مڪتب جي ٽين ئي فلسفين وانگر هائيلوزوئسٽ (Hylozoist) (هائيلو Hylo معنيٰ مادو Zoe معنيٰ زندگي، يعني مادو زندهہ آهي) هو. پر هن ڪائنات جي زندهہ هجڻ واري ڳالهہ کي ٿاليس ۽ اناڪسيماندر جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ مضبوطيءَ سان ثابت ڪيو. جڏهن تہ ٿاليس پاڻيءَ سان زندگيءَ کي ڳنڍي ڪائنات جي زندهہ هجڻ کي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

قديم زماني ۾ پاڻيءَ کي بہ زندگي ڏيندڙ عنصر تصور ڪيو ويند هو پر هوا کي پاڻيءَ کان وڌيڪ زندگي ڏيندڙ تصور ڪيو ويندو هو. ڇاڪاڻ تہ هر ماڻهو ساهہ کڻڻ جي ڪري زندهہ آهي ۽ ساهہ/ هوا کڻڻ جي عمل بند ٿيڻ سبب ڪجهہ منٽن ۾ ماڻهو مريو وڃي. ان ڳالهہ تي بحث ڪري آيا آهيون، تہ هنن ٽنهي آيوني مڪتب جي فلسفين کي، مادو زندهہ آهي ثابت ڪرڻ جي محرڪ قوت مادي جي حرڪت آهي. عام طور مادي کي ساڪن تصور ڪيو ويندو هو ۽ حرڪت اها شيءِ ڪري سگهي ٿي، جنهن کي زندگي هجي، ڇاڪاڻ تہ حرڪت کي مادي جي خاصيت نہ پر هڪ الڳ شيءِ سمجهيو ويندو هو. تنهن ڪري قديم زماني ۾ ڪو شخص ان نتيجي تي پهچندو هو تہ مادو هميشہ ۽ مسلسل حرڪت ۾ آهي تہ هو چوندو هو تہ مادو مرده نہ پر زندهہ آهي.

انڪسيمينز زمين بابت ٻڌايو تہ زمين گول ميز جهڙي آهي ۽ ان جي چوڌاري ڪائناتي هوا آهي، جيڪا ان کي چوڌاري گهيريو پئي آهي ۽ هيٺ ڪرڻ نہ ٿي ڏئي. انڪسيمينز جو اهو بہ خيال هو تہ زمين ساهہ کڻي ٿي.[1]

انڪسيمينز هن لحاظ کان بلڪل سائنسي هو تہ هن ڪائنات ۽ فطرت کي ڪنهن مافوق الفطرت، ڪنهن خيالي هستيءَ ذريعي ڄاڻڻ جي ڪوشش نہ ڪئي، پر فطرت کي فطرت ۾ ئي ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي، جي ان ڪوشش ۾ ڪامياب نہ ٿيو تہ ڪا وڏي ڳالهہ ناهي، پر اصل مسئلو صحيح طرف ڳولي لهڻ جو آهي، جنهن ۾ آيوني مڪتب جا ٽيئي فلسفي: ٿاليس، اناڪسيماندر ۽ انڪسيمينز ڪامياب ٿيا ۽ انهن جو فطرت کي فطرت ۾ ئي ڳولڻ وارو طريقو سائنسي هو.

---

[1] History of Western Philosophy, By: Bertrand Russel, P.45

## پئٿا غورث (Pythagoras)

پئٿا غورث کي اسان فيثا غورث جي نالي سان سڃاڻون ٿا. هندستان جي ڪجھ تاريخي ڪتابن ۾ ايندڙيون آچاريہ جي ذڪر کي فيثا غورث سان منسوب ڪيو ويو آهي.

پئٿا غورث 572 ق. م ۾ سئمس (Samos) ٻيٽ تي ڄائو. سئمس، مائيلطس کان اُتر اولھ طرف 25 ميلن جي مفاصلي تي هو ۽ واپار جي لحاظ کان هيءُ شهر مائيلطس جي مقابلي جو شهر هو. هن جا واپاري واپار جي خيال کان اسپين ۽ گال (فرانس) ويندا هئا. هيءُ ٻيٽ ڪاهين جي ڪري تمام گھڻو مشهور هو. هيءُ شهر پنهنجي عروج تي 532 ق. م ۾ پهتو.[1]

پئٿا غورث جي علم هندسہ (رياضي)، جياميٽري، علم آڪاس ۽ فلسفي ۾ دلچسپي هئي. پئٿا غورث منيسئرڪاس (Mnesarchos) نالي سئمس جي هڪ شهريءَ جو پٽ هو. ڪن پئٿا غورث کي ڏند ڪٿا قصن سان ڳنڍيندي چيو آهي تہ پئٿا غورث ٿاليس يا اناڪسيماندر جو شاگرد هو پر هيءَ ڳالھ يقيني آهي، تہ هيءُ انهن ٻنهي کي ضرور سڃاڻيندو هو. هن ڪالديہ (Chaldea) (موجوده عراق جي بصره علائقي ۽ ڪويت) ۽ ٻين شهرن ۾ علم پرايو.

پئٿا غورث ساموندي ٻيڙا لُٽيندڙ ڦوروءَ، پولي ڪريٽ (Pole Crate) (335 ق. م کان 515 ق. م تائين) جي سئمس شهر تي حڪمرانيءَ جي دؤر ۾ پولي ڪريٽ سان سياسي اختلافن سبب 525 ق. م ۾ سمس شهر کي ڇڏيو.[2] هونئن تہ پولي ڪريٽ لاءِ مشهور آهي تہ هن مصوري ۽ مجسمہ سازيءَ جي پنيرائي ڪئي ۽ سندس دؤر ۾ فنونِ لطيفہ زور ورتو.

---

[1] History of Western Philosophy, By: Bertrand Russel, P.49

[2] Dictionary of Philosophy, By: G.Vesey & P. Foulkes, P.343

پٿاغورث مصر ۽ بابل جي علم مان سرشار ٿي آخر ڏکڻ اٽليءَ جي شهر ڪروٽون (Croton) کي وسايو.[1] ڏکڻ اٽلي پڻ يونان جي بيٺڪ هو. ڏکڻ اٽليءَ ۾ به شهر پنهنجي عروج تي پهتل ۽ تمام گهڻا خوشحال هئا. هڪ سائبرس Sybris ۽ ٻيو ڪروٽون Croton. ايشيائي ڪناري جي خوشحال شهرن مائيلطس ۽ سئمس وانگر ڪروٽون کي اوڀر طرفان پارسين (ايرانين) جي حملي جو ڊپ نه هو ۽ نه ڪي سسلي (Sicily) جي ٻيٽن وانگر ڪارٿيج جي حملي آورن جو ڊپ هو. ڪروٽون ۽ سئبرس (Sybris) شهر مائيلطس کان ڪپڙا وغيره خريد ڪندا هئا ۽ ڪجهه شيون پاڻ وٽ رکي وري گهرايل شيون گال (فرانس) اسپين ڏانهن موڪليندا هئا.[2] تنهن ڪري هي شهر ڪاروباري لحاظ کان نه فقط مصر، ايشيا جي ڪناري (موجوده ترڪي) ۽ بابل (عراق) سان لاڳاپيل هئا، پر ګڏوګڏ گال (فرانس) اسپين سان به لاڳاپيل هئا.

جنهن وقت پٿاغورث ڪروٽون شهر پهتو ان وقت سڄي يونان جو سياسي ماحول هن طرح جو هو ته يونان جا سڀ شهر هڪ ٻئي کي زير ڪرڻ جي جنگ ۾ مصروف هئا، ان جو اثر ڪروٽون تي به هو. ڪروٽون سئبرس تي 510 ق.م ۾ قبضو ڪيو ۽ ان قبضي ڪرڻ دوران ڏکڻ اٽليءَ جو سڄو شهر تباهه ٿي ويو.

پٿاغورث ڪروٽون شهر ۾ هڪ مذهبي پٿاغورين برادري به ٺاهي، جنهن جو بنياد ضابطن ۽ اُصولن تي هو. اها پٿاغورين برادري ڪجهه وقت ۾ ايتري ته اثر رسوخ واري ٿي وئي جو ڪروٽون جي اميرن ان جي سياسي اثر رسوخ کي پنهنجي لاءِ خطرو محسوس ڪيو. پٿاغورين جو اصل مقصد به شهر تي قبضو ڪرڻ هو پر اها خبر شهر جي اميرن کي پئجي وئي ۽ انهن هنن تي مقدمو هلائي 500 ق. م ۾ سندن رهڻ جي جڳهن کي اتي جو اتي ساڙيو. ڪجهه پٿاغورين کي قتل ڪيو ويو پر ان واقعي دوران هن برادريءَ جا بچيل ميمبر ٽڙي پکڙي ويا.[3] ۽ ان ٽڙيڪڙ دوران جيڪو جتي پهتو ان اتي ئي پٿاغورين برادري جوڙي، اهي پٿاغورين برادريون ايتريون ته مشهور ٿيون جو يونان تي روم جي قابض ٿيڻ کان پوءِ به روم جي مشهور تاريخدان سسيرو (Cicero) (43_106 ق. م) جي دؤر تائين به تمام مشهور رهيون.[4]

پٿاغورث ڪروٽون مان نڪرڻ کانپوءِ ڪروٽون کان 80 ميل اُتر طرف ڏکڻ اٽليءَ جي مئگنا گريشيا (Megna Grecia) سڏجندڙ علائقي جي شهر ميٽا پونٽم (Matapontum) جي شهر ۾ رهڻ لڳو ۽ اتي ئي 497 ق. م ۾ گذاري ويو.[5]

---

(1) A Critical History of Greek Philosophy, By: W.T. Stace, P.31

(2) History of Western Philosophy, By: Bertrand Russel, P.49

(3) A Critical History of Greek Philosophy, By: W.T. Stace, P.33

(4) The Greek Philosophy, By: W.K.C Guthrie, P.34

(5) Dictionary of Philosophy, By: G.Vesey & P. Foulkes, P.423

پٿاغورث کي هيٺين ڳالهين سبب تمام گهڻو ڏکيو سمجهيو ويندو آهي:
1. هڪ طرف فلسفي جي ميدان ۾ علم هندسه (رياضي) تي ڪم ڪرڻ.
2. ٻئي طرف پٿاغورث برادريءَ ۾ مذهبي متن جو پرچار ڪرڻ.

انهن ٻن متضاد ڳالهين جي ڪري عام طور پٿاغورث جي نظريي کي سمجهڻ مُنجهيل سُٽ سُلجهائڻ جي برابر سمجهيو ويندو آهي.

پاڻ پٿاغورث کي سمجهڻ لاءِ ڪنهن تفصيل ۾ ويندا سين، جيئن مُنجهيل سُٽ کي سُلجهائي سگهون، اهو سُٽ سُلجهائڻ ان لاءِ به ضروري آهي جو پٿاغورث جا افلاطون ۽ ٻين اينڊڙ فلسفين تي وڏا اثر آهن.

## پٿاغورث برادريءَ جا اهم ۽ بنيادي متا:

1. هنن (پٿاغورث) چيو ته: "ڪائنات هوا يا ساهه جي اٿاهه مقدار سان چوڌاري گهيريل آهي، اها (هوا) سموري ڪائنات تائين ڦهليل آهي ۽ ڪائنات کي زندگي ڏئي ٿي ۽ اها ساڳي شيءِ آهي، جيڪا جاندارن کي زندگي بخشي ٿي."... ماڻهوءَ جو ساهه يا زندگي ۽ ڪائنات جو خدائي (Divine) ۽ لاحد ساهه يا زندگي، اصل پاڻ ۾ ٻئي هڪ آهن. ڪائنات خدا (Divine) آهي، اٽل آهي ۽ هڪ آهي. ماڻهو ورهايل، گهڻا ۽ فاني آهن. پر ماڻهوءَ جو اصل جوهر، روح فاني ناهي ۽ روح جي لافانيت هن طرح قائم آهي جو اها خدا جي روح جو حصو آهي، اهو خدا جي روح کان ڪٽيل آهي ۽ ماڻهوءَ جي فاني جسم ۾ قيد آهي.[1]
2. "(ماڻهو جو) ابدي ۽ لافاني روح مختلف جاندارن ۾ تبديل ٿيندو رهي ٿو. جيڪا به شيءِ جمي ٿي اها ان روح جي جنم چڪر (اواگون) جي ڪري پيدا ٿئي ٿي. ڪابه شيءِ مڪمل نئين نه آهي."[2]
3. "جسم روح جو مقبرو يا قيدخانو آهي. ڪوبه خودڪشيءَ وسيلي آزاد ٿيڻ جي ڪوشش نه ڪري، ڇاڪاڻ ته ماڻهو خدا جي ملڪيت آهي."[3] "جيستائين روح پنهنجي پاڻ کي مڪمل طرح پاڪ ڪري تيستائين جنم چڪر جي ڦيري ۾ ڦرندو رهندو. هڪڙي جسم مان ٻئي جسم ۾ تبديل ٿيندو رهندو."[4] انسان پنهنجو پاڻ کي سائنس ۽ فلسفي لاءِ بي غرض ٿي، سچيءَ دل سان ڪم ڪرڻ ۽ پنهنجي زندگي قربان ڪرڻ وسيلي ئي خدا (ڪائنات) جي روح سان ڳنڍي سگهن ٿا.

---

[1] The Greek Philosophy, By: W.K.C Guthrie, P.35

[2] History of Western Philosophy, By: Bertrand Russel, P.52

[3] A Critical History of Greek Philosophy, By: W.T. Stace, P.32_33

[4] The Greek Philosophy, By: W.K.C Guthrie, P.3[illegible]_36

4. ”سڀ جانور پاڻ ۾ مائٽ آهن، ڇاڪاڻ جو روح انهن ۾ تبديل ٿيندو رهي ٿو.“[1]
”فرض ڪريو تہ اسين ڪو جانور ڪائي رهيا آهيون ۽ ان جانور ۾ جيڪڏهن اسان جي ڏاڏي يا ڏاڏيءَ جو روح هجي، تہ پوءِ معنيٰ اسان پنهنجي ڏاڏي يا ڏاڏيءَ کي کائي رهيا آهيون، ڇاڪاڻ تہ اسان جو روح جڳهہ مٽائي جانور ۾ داخل ٿئي ٿو تنهن ڪري گوشت کائڻ جي پٿا غورث برادريءَ وٽ سخت منع ٿيل هئي. پٿا غورث جي پوئلڳن جي نظر ۾ هيءَ دنيا دوکو هئي، ڏنڊ هئي.“[2]

پٿا غورث برادريءَ جون مذهبي رسمون پُراسرار ۽ جادوئي هيون، انهن وٽ راز کولڻ کفر جي برابر هو. تنهن ڪري ئي اها مشڪلات پيش آئي، تہ ڪهڙي ڳالهہ پٿا غورث چئي ۽ ڪهڙي ان جي پوئيرن. ان جي ڪري ئي پٿا غورث جي جڳهہ تي پٿا غورث برادريءَ جو لفظ استعمال ڪيو وڃي ٿو. هن برادريءَ ۾ عورت ۽ مرد کي برابر سمجهيو ويندو هو ۽ دولت کي اجتماعي حيثيت حاصل هئي.“[3]

پٿا غورث برادريءَ جا ڪجهہ سنوڻ هيٺيان هئا:

1. دال نہ کائو.
2. ڪريل شيءِ نہ کڻو.
3. اڇي ڪڪڙ کي هٿ سان نہ ڇهو.
4. مانيءَ کي وچان نہ ڇنو.
5. لوهہ جي سيخ وسيلي باهہ کي نہ پکيڙيو.
6. سڄي ڊبل روٽي مان نہ کائو.
7. هار نہ ڇنو.
8. جاءِ جي چوٿين حصي تي نہ ويهو.
9. ابابيل يا ان جهڙي ڪنهن پکيءَ کي ڇت تي ويهڻ نہ ڏيو.
10. جڏهن تانءُ تانڊڻ تان کڃي ڇڪو هجي تہ تانڊڻ کي رک سان ملائي ڇڏيو.
11. روشنيءَ جي پرسان آئيني کي نہ ڏسو.
12. جنهن وقت هنڌ تان اُٿو ان وقت هنڌ کي ويڙهي ناهي رکو.

اصل ۾ مٿيان سنوڻ يونان جي پراڻن غلط سنوڻن سان گهرو تعلق رکن ٿا.

## پٿا غورث جو عددي نظريو (Number Theory):

اسين پنهنجي چوڌاري شين ۽ انهن جي خاصيتن کان واقف آهيون. مثال طور: پڻ ساوا آهن، لوهہ سخت آهي، کير اڇو آهي، گلاب ڳاڙهو ۽ خوشبودار آهي.

---

[1] The Greek Philosophy, By: W.K.C Guthrie, P.35
[2] History of Western Philosophy, By: Bertrand Russel, P.52
[3] History of Western Philosophy, By: Bertrand Russel, P.52

پر هن ڪائنات ۾ اهڙيون بہ شيون آهن، جيڪي نہ اچيون، نہ ڳاڙهيون، نہ سخت، نہ نرم، نہ خوشبودار، نہ بدبودار آهن. پوءِ آخر ڪهڙي شيءِ آهي جنهن جي وسيلي اسان سچي ڪائنات کي ڄاڻي سگهون ٿا يا اهو ڪهڙو رستو رابطو قانون، خاصيت يا مقدار آهي، جيڪو سيني ۾ هڪ جهڙو آهي. پٿاغورث جي ٻوليءَ مطابق: "سڀ شيون عدد/ نمبر آهن." (All things are number)[1]

يعني هر شيءِ کي عدد آهن. انهن کي ڪانہ ڪا ماپ ۽ تور آهي. اهڙي ڪابہ شيءِ وجود نہ ٿي رکي جنهن کي ڪو نہ ڪو نمبر نہ هجي. خود موسيقيءَ کي بہ نمبر آهن، ان کي ماپي سگهجي ٿو.

پٿاغورث جي فڪري مڪتب وارن نتيجو ڪڍيو تہ شين جي خاصيتن جو بنيادي جوهر عدد آهي.[2] يعني اهڙي ڪابہ شيءِ ناهي جنهن کي توري نہ سگهجي، ماپي نہ سگهجي. پٿاغورث ذهن تضادن جي فهرست ناهي ۽ چيو تہ انهن مان ڪائنات جڙيل آهي. اهي آهن: (1) محدود ۽ لامحدود، (2) اِڪي ۽ ٻڌي، (3) هڪ ۽ گهڻا، (4) ساڄو ۽ کاٻو (5) مؤنث ۽ مذڪر، (6) آرام ۽ حرڪت، (7) سڌو ۽ ور وڪڙ، (8) روشني ۽ اوندهہ، (9) سُنائي ۽ خرابي ۽ (10) چؤڪنڊو ۽ مستطيل.[3]

ڪائنات جي ترتيب، بگڙيل ۽ بي ضبط نہ آهي. هن مطابق، ڪائنات زندهہ آهي، جيئن ماڻهو زندهہ آهي. ماڻهوءَ ۾ ضبط ۽ ترتيب آهي، تيئن ڪائنات ۾ بہ نظام ۽ ترتيب آهي. جيئن ڏينهن پٺيان راتيون ۽ موسمون بهار، اونهارو سرءُ ۽ سيارو آهن، انهن ۾ بہ ربط ۽ ترتيب آهي. هن سڄيءَ ڪائنات ۾ هڪ ربط ۽ هڪ نظام آهي. "پٿاغورث پهريون دفعو لفظ ڪاسموس (Kosmos) استعمال ڪيو تہ هيءَ ڪائنات (Universe) بگڙيل شڪل ۾ نہ پر ڪاسموس (Kosmos) منظم شڪل ۾ آهي. ڪاسموس جي معنيٰ آهي باترتيب، صحيح ۽ خوبصورت."[4]

پٿاغورث هن معنيٰ ۾ صوفي (Pantheist) هو جو هن سڄي ڪائنات کي مرده تصور نہ ڪيو ۽ نہ ئي فقط زندهہ ڪيو پر پٿاغورث جي نظر ۾ هيءَ ڪائنات خدا آهي، خدا هن ڪائنات کان ٻاهر نہ آهي، پر خدا هن ڪائنات ۾ آهي. هيءَ ڪائنات ئي خدا آهي ۽ انسان جو روح بہ ڪو ڪائنات کان جدا ڪنهن ٻئي قسم جو روح ڪونهي، پر اهو بہ ان ڪائناتي روح جو ڇنل/ ٽٽل حصو آهي. تنهن ڪري هن ڪائنات ۾ جيڪي بہ روح آهن، اهي اصل ۾ هڪ ئي روح جا جزا آهن، لافاني ۽ خدا آهن.

---

[1] History of Western Philosophy, By: Bertrand Russel, P.54

[2] A Hand Book on the History of Philosophy, by: J. Ibeit – e – Avey, P.12

[3] A Critical History of Greek Philosophy, By: W.T. Stace, P.37

[4] The Greek Philosophy, By: W.K.C Guthrie, P.37

هيءَ ڪائنات خدا آهي ۽ خدا خراب تي نہ تو سگهي، تنهن ڪري هيءَ ڪائنات نيڪ (Good) آهي ۽ سموري ڪائنات وحدت ۾ آهي. پٿاغورث چيو تہ: ڪائنات سُٺي (Good) ۽ زندهہ ان ڪري آهي جو اها محدود (Limited) آهي ۽ سندس مختلف حصن ۾ هڪ نظام ۽ هڪ ترتيب آهي، جو تہ ڀرپور ۽ پُراثر زندگيءَ جو بنياد تنظيم / نظام (Organization) تي آهي.

انساني روح جو ڪائنات جي روح سان تعلق هجڻ ڪري انسان منظم آهي ۽ اهو پنهنجو پاڻ ۾ ننڍي ڪائنات آهي. پٿاغورث مطابق هر ان شيءِ ۾ حُسن آهي، جيڪا منظم ۽ باترتيب آهي. تنهن وقت ۾ موسيقيءَ کي بي ترتيب سمجهيو ويندو هو ڇاڪاڻ تہ آواز جو يا سازن جو ڪنهن مهل هيٺ لهڻ ۽ ڪيڏي مهل مٿي چڙهڻ ۽ ڪنهن گهڙي صفا هيٺ لهي وڃڻ، ڪڏهن آهستي، تہ ڪڏهن صفا تکڙو هجڻ، ان سبب جي ڪري موسيقيءَ کي بي ترتيب ۽ بي ربط ۽ ٽُٽل سمجهيو ويندو هو پر پوءِ بہ اُن ۾ حُسن هو ڪشش هئي، ڇڪ هئي. پٿاغورث چيو تہ بظاهر ٽُٽل، بي ترتيب ۽ بي ربط موسيقيءَ ۾ بہ ربط ۽ ترتيب آهي پر اهو ربط ۽ ترتيب نسبتي Proportional آهي. موسيقيءَ ۾ لاهہ ۽ چاڙهہ، ٿڌائي ۽ گرمائي، نسبتي ترتيب (Proportional Order) جي ڪري ئي آهي ۽ ڪائنات ۾ نسبتي ربط آهي.

جيڪڏهن پٿاغورث جي هن خيال کي اڄ جي زبان ۾ بيان ڪجي تہ ڪائنات جو هر عمل ۽ هر لقاءُ، فطري قانون مطابق آهي. هن ڪائنات ۾ اهڙو ڪوبہ لقاءُ نہ آهي، جيڪو بي فائده هجي.

منهنجي خيال مطابق پٿاغورث اهو پهريون فلسفي هو جنهن چيو تہ "هن ڪائنات جو مرڪز زمين نہ آهي، پر هن ڪائنات جو مرڪز باهہ آهي، جنهن جي چوڌاري ستارا، سج ۽ چنڊ ڦرن ٿا."[1]

سج ۽ چنڊ باهہ مان روشني منعڪس (Reflect) ڪري ڌرتيءَ کي ڏين ٿا.[2] پٿاغورث مطابق رات جو نظر ايندڙ تارا پنج ڪُنڊن وارا ڪونہ آهن، پر اهي گول آهن ۽ گول ڦرن ٿا. اڄ پاڻ اندازو لڳائي سگهون ٿا تہ پٿاغورث جون علمِ آڪاس بابت قياس آرايون حقيقت جي ڪيترو نہ ويجهو هيون.

پٿاغورث لاءِ اها روايت آهي تہ هن يوڪلڊ (Euclid) جاميٽيريءَ جون ستيتاليهہ نسبتون (Proportions) دريافت ڪيون.[3]

---

[1] A Critical History of Greek Philosophy, By: W.T. Stace, P.38

[2] At the Cross Road of Infinities, By: E.I.Parnov, P.16

[3] A Critical History of Greek Philosophy, By: W.T. Stace, P.33

# زينوفينز (Xenophanes)

آيوني 576 ق.م ۾ شهر ايفيسس (هن وقت ترڪيءَ جو شهر ازمير) جيڪو واپار وسيلي چين، هندستان ۽ بابل (عراق) سان ڳنڍيل هو ان کان ڪجهه ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي ڪولوفون (Colophon) ۾ ڄائو. ڪولوفون ۾ ڄمڻ ڪري هن کي زينوفينز ڪولوفون وارو به چيو ويجي ٿو. هن جي زندگي به عجيب غريب واقعن تي مشتمل آهي. هن لاهوتي قسم جي ماڻهوءَ جي زندگي شهرن جا شهر گهمندي چارڻ (Traveling Musician) بڻجي ميلن ۽ وڏين مجلسن ۾ ڳائيندي، مرثيه چوندي، نصيحت آميز ۽ طنزيه شعر چوندي گذري. هن پنهنجو آخري وقت سسلي جي بيٺ زينڪل (Zancle) هاڻي مسينا (Messina) ۽ ڪئٽينيا (Catania) ۾ گذاريو.[1] پر ڪن ان سان اختلاف رکندي چيو آهي ته زينوفينز ٻيانوي سالن جي عمر ۾ به يونان جي شهرن ۾ گهميو ٿي.[2] هي تقريباً 480 ق. م ۾ گذاري ويو.

جيئن ته پاڻ پهرين ذڪر ڪري آيا آهيون ته هيءُ بنيادي طرح شاعر هو هن جو فلسفي سان ڪو گهڻو تعلق نه هو نه ڪي هن فلسفياڻا نظم لکيا آهن. پر هن جي شاعريءَ جا موضوع ضرور فلسفي جي زمري ۾ اچن ٿا. زينوفينز ٿاليس ۽ پٿا غورث تي تنقيد ڪندڙ هو هن پٿا غورث جي اواگون (روح جانور ۾ تبديل ٿئي ٿو

---

[1] Dictionary of Philosophy, By: G. Vesey & Foulkes, P.298

[2] A Critical History of Greek Philosophy, By: W.T. Stace, P.91

تنهن ڪري گوشت کائڻ منع آهي) جي تصور تي هڪ نظم لکيو جنهن ۾ پئٿا غورث تي سخت طنز ٽيل هئي. هن چيو ته هڪ دفعي ڪنهن شخص ڪُتي کي پئي مار ڏني. پئٿا غورث ڪُتي جي بُري حالت ڏسي رڙ ڪري چيو: ”بيهي رهه ۽ ڪُتي کي نه مار ان ڪُتي ۾ منهنجي دوست جو روح پيل آهي. آءٌ ان جو آواز ٻُڌي سُڃاڻي سگهان ٿو.“[1]

زينوفينز پهريون ماڻهو هو جنهن مذهب ۽ فلسفي جي وچ ۾ ٿيندڙ جنگ جو بنياد وڌو. زينوفينز ”رلي ڪلهي تي، ماني راڇن تي“ جي فارمولي تي عمل ڪندي يونان جا شهر، مصر جا شهر ۽ ايشيا جي ڪناري جا شهر گهمندي، اتي جي ماڻهن جي مذهبي خدائن تي غور ويچار ڪندي، هن نتيجي تي پهتو ته اسان جن خدائن (gods) جي پوڄا ڪريون ٿا، اهي ٺڳ، چور، زناڪار، دوکي باز نظر اچن ٿا. انهن روين ۾ انهن جي عزت نٿي ٿئي، پر اهي روپ ڏيئي انهن جي بيعزتي ڪئي وڃي ٿي.[2] ۽ خدا انساني خصلتن وارا نظر اچن ٿا. مثال طور: اهي ڏسن ٿا، ٻُڌن ٿا، ڳالهائن ٿا، سوچين ٿا، ماڻهوءَ جهڙي شڪل رکن ٿا وغيره. (يونانين جي سڀ کان وڏي خدا زيوس (Zeus) جو ئي جيڪڏهن مثال وٺنداسين ته ان جون ست زالون، ميٽس، ٿيمس، يورنيوم، ڊيمٽر، مني موسين، ليٽو هيرا هيون، جن ۾ ٻه سندس پڦيون: ٿيمس ۽ مني موسين ۽ ٻه سندس ڀينرون: ڊميٽر ۽ هيرا هيون. زيوس انهن سڀني سان شادي ڪرڻ کان پهرين دوکي دولاب يا ڏاڍ جبر سان جنسي ميلاپ ڪيو ۽ پوءِ شادي ڪئي. ۽ ان کان علاوه نون (9) ٻين عورتن سان جنسي ميلاپ ڪيو ۽ اهڙيءَ طرح ٻين ديوتائن جي حالت پڻ اهڙي هئي ۽ ديوين ۾ ته حُسن جي ديوي افروڊائٽ عشق ڪرڻ جا دنگ ڪري ڇڏيا.

زينوفينز چيو ته خدا ايئن ناهن، جيئن بيان ڪيا وڃن ٿا. چاڪاڻ جو مختلف علائقن جي ماڻهن وٽ خدائن جا تصور پنهنجا پنهنجا آهن. ٿريس (Thrace) جي ماڻهن جو خدا ڳاڙهن وارن وارو ۽ بليو اکين وارو آهي ۽ ايٿوپيا جي ماڻهن جو خدا ڪاري رنگ ۽ ڦتل نڪ وارو آهي. ايئن ڍڳن ۽ گهوڙن جو خدا به انهن جهڙو ئي هوندو.

زينوفينز مٿين تصورن تي تنقيد ڪندي چيو ته خدا گهڻا نه آهن، پر هڪ آهي. سُڃي شيءِ هڪ ئي ٿي سگهي ٿي، خدا هڪ ئي ٿي سگهي ٿو خدا کي حسون

---

[1] Dictionary of Philosophy, By: G. Vesey & Foulkes, P.298

[2] A Critical History of Greek Philosophy, By: W.T. Stace, P.41

(Sense Organs) نہ آهن. پر خدا سمورو هر هنڌ هر جاءِ موجود آهي. سڄي جو سڄو ڏسي ٿو. سڄي جو سڄو ٻڌي ٿو ۽ سڄي جو سڄو سوچي ٿو.[1] هيءَ هر هنڌ موجود آهي، تنهن ڪري ڪابہ شيءِ ڪرڻ ۾ هن کي تڪليف نٿي ٿئي. زينوفينز چيو تہ خدا دنيا آهي پر حواس (Sense Organ) ڪونہ اٿس. هن چيو تہ وسيع آسمان کي ڏسو تہ توهان کي خدا هڪ محسوس ٿيندو. خدا ناقابلِ تبديل، اٽوٽ، لازوال، ساڪن، بي حس ۽ اٽل آهي.[2] زينوفينز خيالن کي پڙهڻ کان پوءِ محسوس ٿئي ٿو تہ زينوفينز خدا جي وحدت ۽ هيڪڙائيءَ کان وڌيڪ وحدت الوجود ۽ وحدت الشهود جي تصور کي مڃڻ وارو هو. زينوفينز جو تصور صوفياڻو هو.

زينوفينز مڇين جي پنڊپهڻ هڏين (Fossils) تي غور ڪندي اهو نتيجو ڪڍيو تہ ڌرتي پاڻيءَ مان ٻاهر نڪتي آهي ۽ هڪ ڏينهن وري پاڻيءَ ۾ غرق ٿي ويندي ۽ وري ڪنهن ڏينهن ٻاهر نڪرندي.

هن جا علم آڪاس بابت خيال هن طرح جا هئا تہ سج گول نہ ٿو ڦري پر اهو سڌائيءَ ۾ حرڪت ڪري ٿو ۽ شام جو غائب ٿي وڃي ٿو ۽ روزانو هڪ نئون سج اُڀري ٿو جيڪو خلاءَ مان جُڙي اُڀري ٿو.[3]

انهيءَ تصور ۽ علم جي فرق کي هن طرح ظاهر ڪندي چيو تہ جيڪڏهن ڪنهن شيءِ خلاف واضع، ٺوس دليل يا ثبوت هجڻ جي باوجود ڪو شخص چوي تہ اها شيءِ درست آهي تہ ان کي تصور چئبو نہ ڪي علم چئبو.[4]

زينوفينز کي ايليا (Elea) جي مڪتبہ فڪر ۾ بہ شامل ڪرڻ تي اختلاف آهن، پر اها ڳالهہ سيني لاءِ قابل قبول آهي، تہ ايليا اسڪول تي هن جا گهڻا اثر هئا، جنهن جو ايندڙ صفحن ۾ ذڪر ڪنداسون.

---

[1] A Critical History of Greek Philosophy, By: W.T. Stace, P.42

[2] A Critical History of Greek Philosophy, By: W.T. Stace, P.42

[3] A Critical History of Greek Philosophy, By: W.T. Stace, P.93

[4] Dictionary of Philosophy, By: G. Vesey & Foulkes, P.298

# هراقلطس (Heraclitus)

هراقلطس، ايفيسس (Ephesus) شهر جي هڪ امير خاندان جي گهر ۾ 535 ق. م ڄاري ڄائو. هن کي ايفيسس شهر ۾ ڪجهه وقت لاءِ بادشاهه جي حيثيت حاصل هئي. (ان جو سبب هن جو امير گهراڻي سان تعلق هجڻ هو. ان وقت ۾ ڪنهن مذهبي وڏي پروهت يا شهر جي امير ماڻهن مان ڪنهن هڪ کي بادشاهه جو درجو ڏنو ويندو هو) هن بادشاهيءَ کي ڇڏي وچي افيسس شهر جي هڪ پُراسرار عبادتگاهه کي وسايو ۽ ان جو وڏو پروهت (پيشوا) ٿي رهيو. پر ڪجهه وقت کان پوءِ اها گادي به پنهنجي ڀاءُ کي ڏني، سُک جي زندگي ڇڏي، ڏکن ۽ تڪليفن جي زندگي گهارڻ لڳو.[1]

هراقلطس، پٿاگورث، زينوفينز ۽ هومر جو نظرياتي حريف هو. هن جو انداز طنزيه ۽ سخت هو. هيءُ پنهنجا خيال ۽ سوچون پهاڪن، چوڻين، ٽوٽڪن وسيلي بيان ڪندو هو ۽ پنهنجين ڳالهين جي وضاحت ۽ تشريح ڪونه ڪندو هو. هيءُ چوندو هو ته منهنجو انداز ڊيلفائي (Delphic) انداز آهي، جنهن موجب: ڳالهه بيان ڪيل نه آهي، پر لڪل به نه آهي، اشارو ڏنل آهي.“ هيءُ پنهنجين ڳالهين جي وضاحت تمام گهٽ ڪندو هو چوندو هو ته، ”منهنجون ڳالهيون بيوقوفن لاءِ نه، پر سياڻن لاءِ آهن. جيڪو پڙهندڙن کي نه ٿو سمجهي، اهو ان جو نقصان آهي، نڪي

[1] A Critical History of Greek Philosophy, By: W.T. Stace, P.72

منهنجو نقصان.“ انهن ڳالهين ڪري ئي هن تي ڪار (The Dark) ۽ لڪ (Obscure) جي چيڙ پئجي ويئي. چاڪاڻ تہ هيءُ پنهنجون ڳالهيون لڪ ۾ يا اشارن ۾ بيان ڪندو هو. هراقلطس 475 ق. م ۾ گذاري ويو.

هراقطلس کي جدليات (Dialectics) جو ابو چيو وڃي ٿو. چاڪاڻ جو هيءُ پهريون فلسفي هو جنهن جدليات جي بنيادي قانون اُبتڙن جو ميلاپ ۽ ان جي وچ ۾ ڪشمڪش تي ڳالهايو. هن جي فلسفي کي سمجهڻ لاءِ گهرائيءَ ۾ وڃڻ جي ضرورت آهي، چاڪاڻ تہ جدليات کي ئي ڪائنات کي سمجهڻ جو سائنسي طريقي ڪار چيو وڃي ٿو.

”ساڳيءَ نديءَ ۾ ڪو ماڻهو بار بار هڪ جاءِ تي ساڳئي پاڻيءَ ۾ پير ٻوڙي نہ ٿو سگهي، چاڪاڻ تہ هر ڀيري پاڻي بيو آهي.“ [1]

ان خيال کي شيخ اياز هنن لفظن ۾ بيان ڪيو آهي:

”نهر اها ئي، پر لهر ڪٿي آ،
گذري ويو جو، اهو پهر ڪٿي آ.“

نديءَ ۾ پاڻيءَ جو وهڪرو مسلسل جاري هوندو آهي، جيڪڏهن ڪو ماڻهو ساڳيءَ نديءَ ۾ ساڳيءَ جاءِ تي پير ٻوڙي ٿو تہ هر ڀيري پاڻيءَ جي نئين لهر ان جي پير کي ڇُهندي.

هراقلطس ڪائنات جي سچاين، حقيقتن کي جميل، رڪيل، بيٺل، جامد، اٽل ۽ ساڪن ڏسڻ بجاءِ ڪائنات کي مسلسل حرڪت، لڳاتار چرپر ۽ وهڪري ۾ ڏٺو ۽ چيو تہ ڪابہ شيءِ مستقل نہ آهي. [2] فقط تبديليءَ جو قانون اٽل آهي، جنهن جي اڳيان سڀ شيون آڻ مڃين ٿيون. [3] هن چيو تہ ڪائنات جي بنيادي خاصيت تبديلي آهي.

هراقلطس چيو تہ: ”جنگ/ جهيڙو سيني شين کي پيدا ڪندڙ آهي. سڀ شيون اُبتڙ جي ميلاپ جي ڪري وجود رکن ٿيون. هر شيءِ جي اندر ۾ هر وقت، هر گهڙي اُبتڙ/ تضاد موجود آهي. انهن تضادن مان هيءُ سڄي ڪائنات جُڙي آهي. ان جهيڙي ڪري شيون وجود ۾ اچن ٿيون ۽ فنا ٿين ٿيون. [4]

---

[1] Dictionary of Philosophy, By: G. Vesey & Foulkes, P. 134

[2] A Hand Book on the History of Philosophy, by: J. Ibeit – e – Avey, P.13

[3] A Hand Book on the History of Philosophy, by: J. Ibeit – e – Avey, P.14

[4] The Story of Philosophy, By: Will Duarant, P. 47

متئين تصور کي ثابت ڪرڻ لاءِ هراقلطس هيٺيان دليل ڏنا:

1. سمنڊ جو پاڻي مڇيءَ جي پيئڻ لائق آهي، پر ماڻهوءَ جي پيئڻ لائق ڪونهي.[1] يعني پاڻي پاڻ ۾ تضاد هن طرح رکي ٿو ته سمنڊ ۾ پاڻي پيئڻ لائق آهي به ۽ ناهي به.

2. چاڙهيءَ وارو روڊ/ رستو هڪ ئي وقت چاڙهي به آهي ۽ لاهي به آهي.[2]

متئين دليلن جو تجزيو ڪري سگهون ٿا. ڪا به رستي جي چاڙهي تڏهن هوندي آهي جڏهن ان رستي جو هڪڙو ڇيڙو هيٺ ۽ ٻيو ڇيڙو مٿي هوندو. ان رستي کي چاڙهي چوندا آهيون. ڇو ته هيٺئين ڇيڙي کان مٿي وڃبو آهي ۽ جيڪڏهن مٿئين ڇيڙي کان هيٺ اچبو آهي ته اهو ساڳيو رستو لاهي ٿي پوندو آهي، تنهن ڪري چاڙهي آهي به ۽ ناهي به. لاهي آهي به ناهي به.

3. "گڏه لاءِ سون کان وڌيڪ گاهه آهي."

سڄي دنيا هن ڳالهه تي متفق هوندي، ته قدر ۾ سڀ کان وڌيڪ سون آهي. سون، جتي سيني کان مٿي آهي، اتي اهو گڏه جي اڳيان سڪل ڪانن جيتري اهميت به نه ٿو رکي، جنهن جو عام طرح ڪو قدر ڪونهي، تنهن ڪري سون هڪ ئي وقت تمام گهڻي قدر (Value) وارو به آهي ۽ ناهي به.

متئين دليل جي ڪري ئي يا اهڙن دليلن جي ڪري ئي شرطيه نظريي (Conditional) جنم ورتو آهي، جنهن مطابق هر شيءِ جو قدر، ان جي حيثيت، ان جي افاديت ۽ اهميت مخصوص حالتن ۾ ۽ مخصوص سببن جي ڪري ٿئي ٿي. جڏهن اهي مخصوص حالتون ۽ مخصوص سبب نه آهن، ته پوءِ ان شيءِ جو اهو قدر، اها حيثيت، افاديت ۽ اهميت قائم نه ٿي رهي.

4. "فاني لافاني آهي ۽ لافاني، فاني آهي. موت زندگي آهي ۽ زندگي موت آهي."[3]

متئين دليل کي ثابت ڪرڻ لاءِ هراقلطس چوي ٿو ته باهه پنهنجي زندگي حاصل ڪري ٿي ٻئي جي موت مان. هڪ ئي وقت جڏهن ڪا شيءِ سڙي يا مري

---

[1] Dictionary of Philosophy, By: G. Vesey & Foulkes, P. 134

[2] Dictionary of Philosophy, By: G. Vesey & Foulkes, P. 134

[3] History of Western Philosophy, By Bertrand Russel, P.59

رهي هوندي آهي، ان ئي وقت باهہ ڏکي رهي هوندي آهي. زندگي وٺي رهي هوندي آهي، تنهن ڪري ئي موت زندگي آهي ۽ زندگي موت آهي.

5. ”سٺائي ۽ خرابي هڪ آهن.“[1]

هراقطلس مطابق سُٺائي ۽ خرابي هڪ سڪي جا ٻہ پاسا آهن. جيڪڏهن سُٺائيءَ جو تصور نہ هجي ها تہ خرابيءَ جو تصور بہ نہ هجي ها. تنهن ڪري خرابيءَ سُٺائيءَ جي ڪري جنم ورتو آهي ۽ سُٺائيءَ خرابيءَ جي ڪري. ٻئي هڪٻئي تي دارومدار رکن ٿيون. هڪٻئي جي ڪري آهن.

مٿئين دليلن وسيلي هراقطلس پنهنجي ڏنل قانون ۾ جنگ آهي، جيڪا شين کي پيدا ڪندڙ آهي، هر شيءِ جو وجود ئي تضادن جي ڇڪتاڻ جي ميلاپ/ هم آهنگيءَ تي منحصر آهي، سڀ شيون پنهنجا تضاد اندر ۾ ڪنيو هلن ٿيون شين جي اندر ۾ جنگ آهي، جڏهن اها جنگ ختم ٿي ٿئي، تڏهن اها شيءِ بہ پنهنجو وجود وڃايو ويهي ٿي.[2]

جيڪي شيون عام طور اسان ڏسون ۽ بيان ڪريون ٿا، اصل ۾ اهي شيون ايئن ناهن، جيئن انهن کي عام طور ڏٺو يا بيان ڪيو وڃي ٿو. هوشيار ماڻهو ان ڳالهہ کان چڱيءَ ريت واقف آهن تہ جيڪا شيءِ عام طور ايڪائيءَ ۾ نظر اچي ٿي، پر اصل ۾ اها پنهنجي اندر ۾ تضاد رکي ٿي. دنيا بابت گهڻن ماڻهن جا تصور ٻارن جي رانديڪن وانگر آهن.[3]

اسان کي ضرور ڄاڻڻ گهرجي تہ جنگ سڀ ۾ آهي، جهيڙو ئي صحيح آهي (جيڪو شين ۾ جهيڙو نہ ٿو ڏسي اهو شين بابت صحيح تصور بہ نہ ٿو رکي) جهيڙي جي ڪري ئي شيون وجود ۾ اچن ٿيون ۽ جهيڙي جي ڪري ئي فنا ٿين ٿيون.[4]

هراقلطس لاءِ باهہ اهم هئي، ڇاڪاڻ تہ ان ۾ مسلسل تحرڪ ۽ تبديلي هئي، تنهن ڪري ئي هن باهہ کي بنيادي جوهر/ مادو (Fundamental Substance) چيو. هن وڌيڪ چيو تہ هر شيءِ، شعلي وانگر ٻي شيءِ جي موت مان جنم وٺي ٿي.[5]

---

(1) The Greek Philosopher's, By: W.K.C. Guthric, P.49

(2) A Critical History of Greek Philosophy, By: W.T. Stace, P.77

(3) The Story of Philosophy, by: Will Durant, P.35

(4) History of Western Philosophy, By Bertrand Russel, P.60

(5) History of Western Philosophy, By Bertrand Russel, P.59

دنيا هميشہ زندہ رهندڙ باهہ آهي، جيڪا نظام/ سرشتي ۾ جڪڙيل آهي ۽ هڪڙا نظام ويندا ۽ ٻيا نظام ايندا.[1] دنيا هميشہ کان هئي ۽ هميشہ هوندي، اها ڪنهن بہ ماڻهوءَ يا خدا نہ ٺاهي آهي.[2]

هراقطلس خدا بابت چيو تہ خدا هن ڪائنات کان ٻاهر وجود نہ ٿو رکي، پر هن ڪائنات کي پاڪر ۾ پريو ويٺو آهي. خدا کي مسلسل حرڪت ۽ فطرت جي جنگ ۾ ڏسي سگهجي ٿو. "خدا ـ ڏينهن ۽ رات، اونهارو ۽ سيارو جنگ ۽ امن، ڏک ۽ سک آهي."[3]

هراقطلس بہ ان ئي دؤر جو هو جنهن دؤر ۾ تبديلي، حرڪت ۽ چرپر کي خدا سان منسوب ڪري چيو ويندو هو تہ خدا اها تبديلي، حرڪت ۽ چرپر پيدا ڪئي آهي. خدا کانسواءِ ڪائنات/ مادو بي حرڪت آهي، ساڪن آهي، پر هراقلطس ان ڳالهہ ۾ اجا وڌيڪ اضافو ڪيو. هن چيو تہ خدا ڪائنات کان ٻاهر ناهي، پر خدا ڪائنات جي لقائن ۾ آهي ۽ انهن لقائن ۾ ئي خدا کي پرکي سگهجي ٿو.

هراقلطس خدا لاءِ (Deity) جو لفظ استعمال ڪرڻ باوجود لاگس (Logos) استعمال ڪندو هو. ("لاگس" يوناني لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ ڏاهپ آهي) هن جو خيال هو تہ هيءَ ڪائنات ازخود نہ هلندي هوندي، پر هن ڪائنات ۾ ضرور "ڪائناتي ڏاهپ" وجود رکندي هوندي، جيڪا فطرت ۾ سيني شين کي باترتيب هلائيندي هوندي. ان ڪائنات جي ڏاهپ سان انساني عقل جي ڀيٽ ڪندي چيو تہ ڪائناتي ڏاهپ اڳيان انسان ٻار آهي.

هراقلطس جي نظر ۾ هڪ سوال ضرور آهي، تہ صدين کان سج ايئن جو ايئن ساڳيو آهي، جڏهن تہ هر شيءِ ۾ تبديلي آهي. هراقلطس هن سوال جو هن طرح حل ڪڍيو تہ صبح جو جيڪو سج اُڀري ٿو اهو ڪالهوڪو ڪونهي، پر روز نئون ٿو اُڀري ۽ ڏڦوڏڦ سج سڏيءَ طرح حرڪت ڪري ٿو ۽ روز شام جي وقت پنهنجي روشني وڃائي ختم ٿيو وڃي ۽ وري روز خلا مان نئون سج (گرمي ۽ روشنيءَ سان پرجي) وجود وٺي ٿو.[4]

---

[1] History of Western Philosophy, By Bertrand Russel, P.76

[2] History of Western Philosophy, By Bertrand Russel, P.62

[3] Sophie's World, By: Jostein Garden, P.34

[4] A Critical History of Greek Philosophy, By: W.T.Stace, P.74

هراقلطس چيو تہ پنهنجون حسون (Senses) اسان کي سمجهہ بغير صحيح علم/ ڄاڻ ڪونہ ٿيون ڏين. ڄاڪاڻ تہ اهي انسان جي اڳيان ڪائنات کي هڪ هنڌ بيٺل پيش ڪن ٿيون. ڪائنات جي شين ۾ فقط ايڪائيءَ بابت ٻڌائين ٿيون.[1]

هراقلطس هومر شاعر تي چڙ ظاهر ڪندي چيو تہ، "هومر کي چڱن ماڻهن جي فهرست مان ڪڍيو وڃي ۽ چهبڪ هنيا وڃن." هراقلطس وڌيڪ چيو تہ مون سيني کي ٻڌو آهي، جن ڏگها بحث ڪيا، پر اهڙو ڪوبہ ڪونهي، جنهن سمجهہ حاصل ڪئي هجي. گهڻين شين جي سکيا ماڻهوءَ جي سمجهہ نہ ٿي وڌائي.[2]

هن پٿاگورث تي سخت تنقيد ڪندي چيو تہ پٿاگورث پنهنجي ڏاهپ جي دعويٰ تہ ڪئي آهي پر وٽس فقط گهڻين شين جو علم آهي، جيڪو اصل ۾ نڱڻ جو علم آهي.[3]

هراقلطس جو خيال هو تہ: "خدائن ۽ ماڻهن مان ضرور جنگ ختم ٿيندي"

هراقلطس ڪجهہ هيٺيون مزيدار پر ڏاهپ واريون ڳالهيون پڻ چيون:

1. ڪُتا انهن تي ڀؤنڪن ٿا، جن کي سڃاڻن نٿا.
2. ماڻهوءَ جو ڪردار سندس تقدير ۾ آهي.
3. ڊاڪٽر جيڪي ماڻهوءَ کي وڍين، ڪٽين، ٽُڪين، ساڙين ۽ ڏنيين ٿا ۽ وري ان جي في گهرن ٿا، پر اهي اصل ۾ في جا حقدار ڪونهن.[4]

---

[1] A Hand Book on the History of Philosophy, By: J. Ibeit_e_Avey, P.14

[2] History of Western Philosophy, By Bertrand Russel, P.60

[3] History of Western Philosophy, By Bertrand Russel, P.61

[4] A Critical History of Greek Philosophy, By: W.T. Stace, P.74

# پرمينائيڊز (Parmenides)

پرمينائيڊز آيوني اسڪول کان پوءِ يوناني فلسفي جي ايليائي اسڪول جو بنياد وجهندڙ هو. ان اسڪول تي ايليائي ان ڪري نالو پيو جو ان اسڪول جا فلسفي ايليا شهر جا رهاڪو هئا ۽ پرمينائيڊز به ايليا جو ئي وينل هو. ايليا شهر ڏکڻ اٽليءَ جي نئپلز شهر کان ڏکڻ اوڀر طرف 70 ميلن جي مفاصلي تي موجود هو. پرمينائينڊز هراقلطس جي ڄمڻ کان ويهه سال پوءِ 515 ق. م ۾ ايليا شهر ۾ ڄائو. پرمينائيڊز جي زندگيءَ بابت سواءِ ان جي ته، هيءَ ڪجهه وقت پٿا غورين برادريءَ جو ميمبر ٿي رهيو ۽ شاعر هو وڏيڪ ڄاڻ ڪانه ٿي ملي. هن جو سڄو فلسفو (جنهن جي بنياد تي ئي ايليا اسڪول جو فلسفو بيٺل آهي) هراقلطس جي فلسفي جي بلڪل مخالف هو. هيءَ هراقلطس جي موت کان 35 سال پوءِ 75 سالن جي عمر ۾ گذاري ويو.[1]

افلاطون هن جي عقل جي بلنديءَ سبب هميشه سندس نالو ادب سان وٺندو هو. انسان جي سامهون ڪائنات بابت نڪته نظر قائم ڪرڻ وقت هميشه سوال اُڀري آيو آهي، ته ڪائنات جي اصل حقيقت يا بنيادي سچائي ڪهڙي آهي؟ اصل حقيقت يا بنيادي سچائيءَ لاءِ انگريزيءَ ۾ هي اصطلاح استعمال ڪن ٿا: Basic Reality, Ultimate Reality, Fundamental Reality, Primary Reality وغيره. هنن اصطلاحن جو مطلب آهي ته اها حقيقت يا سچائي، جيڪا سڀ کان پهرين هجي، جيڪا ڪائنات جو بنياد هجي، جنهن کي تبديل نه ڪري سگهجي.

---

[1] Dictionary of Philosophy, By: G. Vesey & Foulkes, P. 124

ان لاءِ هتي لفظ اصل حقيقت يا بنيادي سچائي استعمال ڪيو. اصل حقيقت يا بنيادي سچائيءَ جي سوال هميشہ ہہ مؤقف پيدا ڪيا آهن. هڪ- ڪائنات جي اصل حقيقت "تبديلي" آهي ۽ ٻيو- ڪائنات جي اصل حقيقت "دائميت" آهي. هراقلطس چيو تہ ڪائنات جي اصل حقيقت تبديلي آهي. پرمينائيڊز "تبديلي" کي بنيادي حقيقت چوڻ بجاءِ "دائميت" کي بنيادي حقيقت چيو.

پرمينائيڊز جي فلسفي کي سمجهڻ کان پهرين ڪجهہ ڳالهين جي وضاحت ضروري آهي، جيئن پرمينائيڊز جي فلسفي کي سمجهڻ ۾ آساني ٿئي. پرمينائيڊز جنهن دؤر ۾ هو ان دؤر ۾ فلسفي- سائنس ۽ مذهب کان پنهنجو پاند ڪونہ ڇڏايو هو. سائنس ۽ مذهب جا مسئلا بہ فلسفي جي ميدان ۾ حل ڪيا ويندا هئا. ان دؤر ۾ ٻوليءَ جي گرامر بہ ايتري ترقي نہ ڪئي هئي ۽ نہ ئي منطق ايتري ڪئي هئي، تنهن ڪري اڄ آڳاٽي دؤر جي فلسفين کي سمجهڻ ۾ مشڪلات ٿئي ٿي، پرمينائيڊز جن مسئلن کي ڇيڙيو اهي ان وقت يوناني ٻوليءَ جي گرامر کان تمام متاثر هئا. اڄ جي دؤر ۾ پرمينائيڊز هجي ها تہ پنهنجن خيالن کي بهتر نموني سمجهائي سگهي ها.

هراقلطس چيو تہ ڪائنات جي بنيادي حقيقت تبديلي آهي. هر شيءِ حرڪت ۾ آهي، هر شيءِ تضادن جي ٺهيل آهي. "موت زندگي آهي ۽ زندگي موت آهي." وجود فنائيت آهي ۽ فنائيت وجود آهي، هست نيست آهي ۽ نيست هست آهي، بود نابود آهي ۽ نابود بود آهي. پرمينائيڊز ان ڳالهہ تي اختلاف ڪيو ۽ ڪجهہ سوال اُٿاريا تہ ڇا اهو ممڪن آهي تہ ڪجهہ بہ نہ هجي، ان مان ڪجهہ ٿي پوي؟ يا هجڻ ۽ نہ هجڻ هڪ ئي وقت ۾ هجي؟

پرمينائيڊز پنهنجي اُٿاريل سوال جو جواب ڏيندي چيو تہ وجود مان ئي وجود ايندو آهي. فنائيت مان وجود ڪونہ ايندو آهي. اسان کي اسان جو عقل ايئن ٿو ٻڌائي. فنائيت/ نيست مان فنائيت/ نيست ۽ وجود/ هست مان وجود/ هست.[1]

۽ اهڙي ڪابہ حالت ناهي، جنهن ۾ انهن ٻنهي جو وچ هجي، يعني: "وجود مان فنائيت يا فنائيت مان وجود."

پرمينائيڊز بنيادي حقيقت جي سوال کي منطقي طور حل ڪندي اڳتي چيو تہ هڪڙيون شيون اسان جي خيالن ۾ آهن، پر انهن شين بابت اسان جا حواس

[1] The Story of Philosophy, By: Will Duarant, P.14

اسان کي نہ ٿا ٻڌائين پر اها ڳالهہ اڳ ۾ ئي حل ڪري آياسين تہ وجود مان وجود اچي ٿو ۽ "فنا ٿيڻ مان وجود" تنهن ڪري انهن شين جو وجود آهي، پوءِ پلي اهي اسان جي خيالن ۾ ئي آهن، پر اهي ضرور ٻئي وجود (ٻاهرين وجود) مان آيل هوندا.

پرمينائيڊز ڇاڪاڻ تہ پنهنجي فلسفي جو بنياد منطق تي رکيو تنهن ڪري هن چيو تہ اسان عقل وسيلي ئي بنيادي سچائي / اصل حقيقت تي پهچي سگهون ٿا ۽ اسان جا حواس اسان کي دوکو ڏين ٿا. ڇاڪاڻ تہ اهي اسان کي "تبديلي" بابت ڄاڻ ڏين ٿا. جڏهن تہ عقل ان کي نٿو مڃي.[1]

حرڪت بابت پرمينائيڊز چيو تہ حرڪت تڏهن ممڪن آهي، جڏهن نہ هجڻ مان هجڻ ٿئي، يا وجود مان ناوجود پر ان شيءِ کي اسان اڳ ۾ ئي عقلي طور رد ڪري آيا آهيون. تنهن ڪري ڪائنات ۾ حرڪت ناممڪن آهي. ڪائنات غير متحرڪ / ساڪن آهي.[2]

ڪائنات جي ڪابہ شروعات ۽ ڪابہ پڇاڙي نہ آهي، اها هميشہ هئي، آهي ۽ هوندي.[3]

پرمينائيڊز جي اڳيان اهو سوال ضرور هو تہ جيڪڏهن حواسن وسيلي اسان وٽ علم نہ ٿو اچي تہ پوءِ اسان اهو علم ڪيئن حاصل ڪريون ٿا. پرمينائيڊز چيو تہ اسان وٽ اصل حقيقت جو علم حواسن وسيلي نہ پر الهام (Intuition) وسيلي اچي ٿو.

مٿئين فلسفي جي ڪري پرمينائيڊز کي منطق (Logic) جو ابو چيو ويو آهي، پر گڏوگڏ حواسن کي رد ڪرڻ جي ڪري ۽ ڪائنات کي بي حرڪت / ساڪن سمجهڻ ڪري مافوق الفطرت (Metaphysics) جو بنياد وجهندڙ پڻ چيو آهي.[4]

فلسفي جي ارتقا ڪجهہ هن ريت آهي تہ فلسفي مادي / ٺوس (Concrete) کان تصور (Concept) طرف سفر ڪيو آهي ۽ وري تصور (Concept) کان مادي / ٺوس (Concrete) طرف سفر ڪيو آهي." پرمينائيڊز اهو پهريون فلسفي آهي، جنهن جو فلسفو مڪمل تصوراتي (Conceptual) آهي.

پرمينائيڊز چيو تہ بنيادي سچائي / اصل حقيقت اڻ ورهايل ۽ اڻ ورهائجندڙ آهي، ڪابہ شيءِ ورهائبي تڏهن جڏهن اها ٻي شيءِ ۾ تبديل ٿئي ۽ ٻي شيءِ ناوجود آهي ۽ جڏهن تہ وجود ناوجود ۾ تبديل نہ ٿو ٿي سگهي، تنهن ڪري بنيادي سچائي / اصل حقيقت اٽوٽ آهي.[5]

---

[1] Sophie's World, By: Jostein Garden, P.34

[2] A Greek Philosophy, By. W.K.C. Guthrie, P.47

[3] A Critical History of Greek Philosophy, By: W.T. Stace, P.44

[4] A Critical History of Greek Philosophy, By: W.T. Stace, P.45

[5] A Critical History of Greek Philosophy, By: W.T. Stace, P.44_45

# زينو آف ايليا (Zeno of Elea)

ايليائي اسڪول جو آخري اهم فلسفي زينو جنهن کي زينو آف ايليا جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو پرمينائيڊز جي ڄمڻ کان پنجويهه سال پوءِ 490 ق. م ۾ ايليا شهر ۾ ڄائو. زينو پرمينائيڊز جو شاگرد هو. هيءُ 60 سالن جي ڄمار ۾ 430 ق. م ڏاري گذاري ويو.[1]

زينو ڪو به نئون نظريو نه ڏنو فقط پرمينائيڊز جي نظريي جي دفاع لاءِ دليل ڏنائين. هن جي دليلن فلسفي جي ميدان ۾ زلزلو برپا ڪري ڇڏيو. هن جي ڏنل دليلن موجوده جدلي ماديت (Dialectical Materialism) جي نظريي لاءِ بنياد فراهم ڪيو. ان دؤر ۾ پرمينائيڊز کي پيئراڊاڪسيڪل (Paradoxical) سمجهيو ويندو هو. پيئراڊاڪس (Paradox) جي معنيٰ (جيڪو اڻ پڙهيل ناهي اهو پڙهيل آهي ۽ جيڪو اڻ پڙهيل آهي اهو پڙهيل آهي. يعني جيڪو آهي اهو ناهي، جيڪو ناهي اهو آهي) اهي ڳالهيون جيڪي عام فهم جي برخلاف هجن، يا پاڻ ۾ هڪ ئي وقت هاڪاري ۽ ناڪاري هجن. مثال طور: ڪو به پڙهيل، اڻ پڙهيل ناهي. ڪو به اڻ پڙهيل، پڙهيل آهي. پرمينائيڊز حواسن جي ڄاڻ کي رد ڪري پنهنجي نظريي جو بنياد عقل تي رکيو. تنهن وقت ۽ گڏوگڏ اڄ جي دؤر ۾ به شين اندر حرڪت کان ڪو به عام فهم ماڻهو انڪار نه ٿو ڪري، پر پرمينائيڊز عام فهم جي برخلاف نظريو ڏنو تنهن ڪري ئي پرمينائيڊز کي پيراڊاڪسيڪل چيو ويندو هو.

زينو آف ايليا پنهنجي سموري ڪوشش عام فهم کي پيئراڊاڪسيڪل ثابت ڪرڻ لاءِ ڪئي.

---

[1] A Hand Book on the History of Philosophy, By: J. Ibeit_e_Avey, P.14

پرمينائيڊز چيو ته ”بنيادي سچائي هڪ آهي، جنهن ۾ تبديلي ناهي. ان کي اسان عقل وسيلي ڄاڻي سگهون ٿا ۽ حواس اسان کي دوکو ڏين ٿا.“ حواس اسان کي صحيح علم ان لاءِ نه ٿا ڏئي سگهن، ڇو جو اهي اسان کي گهڻائيءَ/ ڪثرت (Multiplicity) ۽ حرڪت (Motion) بابت ٻڌائين ٿا. زينو ڪثرت ۽ حرڪت تي بحث ڪندي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته ڪثرت ۽ حرڪت ممڪن ئي ناهي.

زينو چوي ٿو ته جيڪڏهن ڪثرت آهي ته اها نه فقط لامحدود (Infinite) طور ننڍي هوندي ۽ لامحدود طور وڏي هوندي. اسين ان کي ڪثرت ان ڪري چئون ٿا، ڇاڪاڻ ته اها گهڻن حصن يا ايڪائين جي ٺهيل آهي. (جيئن ڪتاب بابن جو ۽ باب پئراگرافن جا ۽ پئراگراف جملن جا ۽ وري جملا لفظن جا ۽ لفظ اکرن جا) ايڪايون (Units) ضرور اهي هونديون، جن کي وڌيڪ ورهائي نه سگهجي. جيڪڏهن ان کي وڌيڪ ورهائي سگهجي ٿو ته پوءِ اها ايڪائي (Unit) ناهي. اهي ايڪائيون ان ڪري آهن جو ان ۾ گهڻائي/ ڪثرت ناهي، جي ڪثرت آهي ته پوءِ ان کي ورهائي سگهجي ٿو. گهڻائي ان ايڪائين (Units) جي ٺهيل آهي، جيڪي پاڻ گهڻائي/ ڪثرت ناهن. پر جيڪڏهن ڪثرت جي حصن ۾ ڪوبه اهڙو وڏو حصو نه هوندو جنهن کي ورهائي سگهجي ته اها گهڻائي/ ڪثرت ڪجهه به نه هوندي. تنهن ڪري گهڻائي/ ڪثرت لامحدود طور ننڍي آهي.

گهڻائي وڏي آهي، ڇاڪاڻ ته ان کي وڌيڪ حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو ۽ سندس حصا پڻ وڏا آهن. ڇو ته انهن کي به وڌيڪ حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. ان لحاظ کان جيئن پاڻ هيٺ ويندا سين، حصا جيئن پوءِ تيئن ورهائي سگهبا ۽ ڇاڪاڻ ته اهي وڏا هوندا. تنهن ڪري گهڻائي لامحدود طور ورهائجندڙ آهي ۽ اهو لامحدود وڏائيءَ سان ضرب ڪجي ته پوءِ اها لامحدود طور وڏي ٿي ويندي. تنهن ڪري اها لامحدود طور ننڍي آهي ۽ اها لامحدود طور وڏي آهي.

اها لامحدود ورهائيندڙ حصن جي جوڙيل آهي، تنهن ڪري اها عددن جي لامحدود آهي.

زينو شيءِ جي رفتار بابت ڳالهائيندي چيو ته ڪنهن به جسم کي هڪ نُڪتي کان ٻئي نُڪتي تائين مفاصلو طئي ڪرڻ لاءِ پهرين ان مفاصلي جو اڌ طئي ڪرڻو پوندو پوءِ ان اڌ مفاصلي جو وري اڌ. وري ان اڌ جو اڌ. ايئن هيءُ سلسلو لامحدود ٿي وڃي ٿو. تنهن ڪري ڪوبه جسم پنهنجي منزل تي پهچي نه ٿو ڪنهن جسم لاءِ هڪ نُڪتي کان ٻئي نُڪتي تائين سفر ڪرڻ ناممڪن آهي.

زينو هوا ۾ اُڏامندڙ تير بابت ڳالهائيندي چيو ته ڪوبه جسم ڪنهن هڪ لمحي ۾ ٻن هنڌن تي نه ٿو سگهي، تنهن ڪري اُڏامندڙ تير به هڪ لمحي هڪ هنڌ هوندو جيڪڏهن ڪوبه جسم ڪنهن هڪ لمحي، هڪ جاءِ تي هجي، ته پوءِ اهو آرام (Rest) آهي ۽ اهڙيءَ ريت تير به آرام ۾ آهي. تنهن ڪري حرڪت (Motion) ناممڪن آهي.

زينو خلاءَ (Space) بابت ڳالهائيندي چيو ته هرڪا شيءِ خلاءَ ۾ هوندي آهي. تنهن ڪري خود خلاءَ به خلاءَ ۾ هوندو. ايئن خلاءَ جو خلاءَ ۾ هجڻ وارو سلسلو لامحدود ٿي ويجي ٿو.

مٿين دليلن وسيلي زينو نه فقط شين جي گهٽائيءَ ڪي رد ڪيو پر گڏوگڏ شين جي حرڪت ۽ خلاءَ کي به رد ڪيو. زينو ڪثرت، حرڪت ۽ خلاءَ کي رد ڪرڻ مهل اهو وساري ويٺو ته هي مادي جي اندر موجود تضادن کي پڌرو ڪري چڪو آهي ۽ جنهن تي ئي جدليماديت جو بنياد رکيل آهي.

# ايمپيڊاڪلس (Empedocles)

ايمپيڊاڪلس سسليءَ (Sicily) جي ذڪر اولهه واري ڪناري تي هڪ شهر ايڪراگاس (Acragas) (جنهن کي هاڻي ايگريجينٽو (Agrigento) سڏيو ويندو آهي) ۾ 495 ق.م ۾ ڄائو. هن جي شخصيت پڪتا غورث وانگر پُرڪشش هئي. هن جي فلسفي سان گڏ سياست، مذهب ۽ طب ۾ به گهڻي دلچسپي هئي. هن سسليءَ ۾ طب جي اسڪول جو بنياد پڻ وڌو. هن جيڪي ڪجهه لکيو اهو نظم جي صورت ۾ لکيو. تنهن وقت نظم جي صورت ۾ لکڻ عام هو. هي پرمينائيڊز جو همعصر پڻ هو. هن لاءِ اهو مشهور آهي ته هن چيو هو ته "مون پنهنجي پاڻ کي فلسفي ۽ سائنس، ڀلائيءَ ۽ نيڪيءَ لاءِ قربان ڪري پنهنجي پاڻ کي پاڪ ڪري زندگيءَ جي جنم چڪر مان نجات حاصل ڪئي آهي. تنهن ڪري آءٌ لافاني بڻجي ويو آهيان."

پيا به ڪيترائي فرضي قصا هن سان منسوب آهن، مثال طور هڪ دفعي هن تيهه ڏينهن اڳ جي مئل عورت کي وري زنده ڪيو.

هن جي دؤر ۾ سسليءَ سان گڏوگڏ سڄي يونان ۾ جمهوريت ۽ آمريت جو پاڻ ۾ ٽڪر هلي رهيو هو. هيءَ نه فقط جمهوريت جو حامي هو پر جمهوريت پسند شهرين جي اڳواڻي ڪندڙ پڻ هو. جمهوريت ۽ آمريت جي جنگ ۾ آمريت جي فتح ڪانپوءِ هن کي جمهوريت جو حامي هئڻ سبب جلاوطن ڪيو ويو ۽ هي جلاوطنيءَ جي دؤر ۾ فلسطين ۾ رهڻ لڳو. چيو وڃي ٿو ته جلاوطن ٿيڻ ڪانپوءِ هن پنهنجو پاڻ کي پيغمبر سڏايو ۽ اتي ئي 432 ق. م ۾ گذاري ويو.

هن بابت هيءُ افسانو مشهور آهي ته هن جي لافاني هجڻ واري دعويٰ تي ماڻهن اعتبار نه ڪيو ۽ هن کي لافاني هجڻ جو ثبوت پيش ڪرڻ جو چيو. ايمپيڊاڪلس سسليءَ جي وڏي جبل ايٽنا (Etna) جي وڏي غار (جيڪا جبل ڦاٽڻ ڪري وچ ۾

ڪاهي ٿي ويندي آهي) ۾ لافاني هجڻ جو ثبوت ڏيڻ لاءِ ٽِپ ڏئي جنهن ۾ هو مري ويو. اها ڳالهه سچي آهي يا نه پر ايمپيڊاڪلس لافاني ٿي ويو. پنهنجي پاڪائيءَ جي ڪري نه پر سندس لکڻين جي ڪري هو هميشه تاريخ جي ورقن ۾ زنده رهندو.

هن ٻه نظم "فطرت بابت" ۽ "پاڪائي" جي عنوان سان لکيا. جن مان فقط 450 سٽون بچيون آهن.[1]

ايمپيڊاڪلس جي فلسفي تي غور ڪرڻ کان اڳ هن کان اڳ جي فلسفين کي دهرائڻ انتهائي ضروري آهي. جيئن هن جي نه فقط فلسفي پر ان جي سببن کي به سمجهي سگهجي.

پئٿا غورث چيو ته هن ڪائنات ۾ تضاد ناهي، جنگ ناهي، بگاڙ ناهي، بي ترتيب ناهي، پر ٻڌي آهي، ميل آهي، ترتيب آهي ۽ هيءَ ترتيب- نسبتي ترتيب آهي.

هراقلطس مطابق هن سڄيءَ ڪائنات ۾ جنگ ۽ جهيڙو آهي، شين جي هجڻ جو اصل سبب ٽڪراءُ آهي، هر شيءِ ٿيڻ جي عمل ۾ آهي، هر وقت، هر لمحي تبديلي ۽ حرڪت آهي.

پرمينائيڊز هراقلطس کي رد ڪندي چئي چڪو هو ته، "وجود مان فنائيت پيدا ٿئي، اهو ناممڪن آهي." وجود مان ئي وجود جنم وٺي ٿو اصل حقيقت هڪ آهي، خلاءَ جو وجود ئي ناهي، فطرت ۾ تبديلي نه آهي، اصل حقيقت کي اسان عقل وسيلي ڄاڻي سگهون ٿا، حواس اسان کي دوکو ڏين ٿا.

مٿين نظرين کي جيڪڏهن بلڪل صحيح سمجهي غور ڪجي ته ماڻهو مُنجهي پوندو، عقل چوي ته ڪا به تبديلي ۽ حرڪت ناهي، ڪائنات هڪ آهي. حواس ٻڌائين ته شين ۾ تبديلي ۽ حرڪت آهي، ڪائنات جو بنيادي جوهر، عنصر هڪ نه پر گهڻا آهن. ڪا به شيءِ دائمي ناهي. ماڻهو عقل کي مڃي يا حواسن کي، جي عقل کي نه مڃي ته ڪهڙي بنياد تي ۽ جي حواس کي نه مڃي ته ڪهڙي بنياد تي؟

ايمپيڊاڪلس لاءِ به اهي مسئلا هئا، انهن مسئلن بابت هو پنهنجي نظم "فطرت بابت" ۾ ڳالهائيندي چوي ٿو: "چريٽ ۽ ٻوڪ ماڻهو اهو ٿا سمجهن ته جيڪي شيون وجود نه ٿيون رکن، اهي وجود ۾ اينديون ۽ هي موجود شيون بغير ڪنهن نشان ڇڏڻ جي ختم ٿي وينديون، ناس ٿي وينديون. آءٌ توهان کي اهو ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪندس ته اصل حقيقت ڇا آهي. فطرت ۾ ڪنهن به اهڙي شيءِ جو وجود ئي ناهي، جيڪا مڪمل مري سگهي. ڪا به شيءِ سچي جي سچي تباهه نه ٿي ٿئي، فطرت ۾ ته فقط شين جي ٻيج ۽ گهٽ ٿئي ٿي. شيون پاڻ ۾ ملن ٿيون ۽ ٽُٽن ٿيون، بي وقوف ان عمل کي پيدائش ۽ موت چون ٿا."[2]

---

[1] Dictionary of Philosophy, By: G. Vesey & Foulkes, P.96

[2] At the Cross Road of Infinities, By: E.I. Parnov, P.29

ايمپيڊاڪلس جي مٿين خيالن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته هيءُ پنهنجي همعصر پرمينائيڊز سان هن ڳالهه ۾ سهمت هو ته وجود مان ئي وجود جنم وٺي ٿو پر هن سمجهيو ته اصل مونجهارو آهي ته پرمينائيڊز ڪائنات جي بنيادي سچائي وحدت (Monoism) ڪي سمجهيو آهي. تنهن ڪري جي فقط وحدت هوندي، هڪ ئي شيءِ هوندي، ته اها ڪيئن ٻين شين ۾ تبديل ٿيندي بنيادي سچائي جيڪڏهن پاڻي آهي، ته پاڻي هميشه پاڻي رهندو ۽ جيڪڏهن هوا آهي ته هوا هميشه هوا رهندي. تنهن ڪري ڪنهن به تبديليءَ ۾، ڪنهن به حرڪت جو سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي، پر اسان جي سامهون جيڪي هيترين شيون آهن، انهن جي وجود کان اسين انڪار نه ٿا ڪري سگهون. اصل مسئلو هيءُ آهي ته ڪائنات جو بنيادي عنصر هڪ نه، پر چار آهن. جيڪي پاڻي، هوا، باهه ۽ ڌرتي آهن.

ايمپيڊاڪلس عنصر (Element) لفظ استعمال نه ڪيو پر ان جي بدلي پاڙون (Roots) استعمال ڪيو. هن چيو ته اهي عنصر هڪ ٻئي ۾ تبديل نٿا ٿين. نه باهه پاڻيءَ ۾، نه پاڻي هوا ۾. اهي هميشه موجود هئا ۽ هوندا پر جيڪا تبديلي اسان کي نظر اچي ٿي، اها فقط انهن عنصرن جو پاڻ ۾ ملڻ ۽ پاڻ ۾ ٽُٽڻ جي ڪري آهي. جڏهن هي عنصر پاڻ ۾ ملن ٿا ته اسين ان کي جنم يا پيدائش چئون ٿا ۽ جي ٽُٽن ۽ ڇڄن ٿا، ته اسين ان کي موت چئون ٿا، پر بنيادي چار عنصر: هوا، پاڻي، باهه ۽ ڌرتي هميشه اوترا رهن ٿا. هن چيو ته اهي عنصر پاڻ ۾ بي ترتيب نموني نه ٿا ملن، پر هڪ نسبت سان ملن ٿا. جيڪڏهن ڪا نسبت اسان کي معلوم نه ٿي ٿئي ته اها ڪا خاص قسم جي نسبت هوندي. هن نسبت ٻڌائيندي چيو ته مڏ (Bone) ۾ ٻه حصا زمين، ٻه حصا پاڻي ۽ چار حصا باهه آهي.[1]

پرمينائيڊز اڳ ۾ ئي خلاءَ کي رد ڪري چڪو هو ايمپيڊاڪلس پرمينائيڊز جي ان ڳالهه سان سهمت هو ته خلاءَ آهي. جي خلاءَ ناهي ته پوءِ حرڪت ڪيئن ممڪن ٿي سگهي ٿي، ان سوال جو جواب ڏيندي هن چيو ته جيئن مڇي پاڻيءَ ۾ حرڪت ڪري ٿي ته پاڻي ان جي چوڌاري ڦري وڃي ٿو. ايئن ٻيون شيون حرڪت ڪن ٿيون ۽ عنصر ان جي چوگرد ڦري وڃن ٿا.[2]

هن عنصرن جي خاص نسبت سان ملڻ ۽ ٽُٽڻ ڪري شين جو وجود ۾ اچڻ ۽ ختم ٿيڻ جي سوال کي حل ڪندي ۽ هڪ ٻئي سوال جو جواب ڏيندي چيو ته "عنصر جو ملڻ ۽ ٽُٽڻ ٻن قوتن جي ڪري ٿئي ٿو هڪ قوت پيار (Love) آهي، هيءَ قوت شين ۾ ايڪو ۽ ٻڌي پيدا ڪري ٿي ۽ ٻي قوت نفرت آهي، جيڪا وڇوڙو ۽ جهيڙو پيدا ڪري ٿي.

---

[1] The Greek Philosopher's, By: W.K.C. Guthrie. P.51

[2] The Greek Philosopher's, By: W.K.C. Guthrie. P.50

ايمپيڊاڪلس مطابق هڪ اهڙو دؤر هو (جنهن کي هو سونهري دؤر ( Golden Age) جي نالي سان سڏي ٿو) جنهن ۾ پيار ڪائنات جي چوگرد دائري جي اندر هو ۽ نفرت دائري کان ٻاهر هئي. ان سونهري دؤر ۾ ايفروڊائٽ (Aphrodite) ديوي (پيار ۽ جنسي ڪشش جي ديوي) جي پوڄا ٿيندي هئي، پر ڏاڪي ٻه ڏاڪي جهيڙو دائري اندر داخل ٿي ويو ۽ اجا تائين آهي. تنهن ڪري هن وقت پيار ۽ جهيڙي جي جنگ جاري آهي. هڪ ڏينهن پيار بلڪل ٻاهر نڪري ويندو ۽ پاڻي، هوا، باهه ۽ ڌرتي هڪ ٻئي کان بلڪل الڳ ٿي ويندا، پر وري پيار ڏاڪي ٻه ڏاڪي اندر داخل ٿيندو ۽ سونهري دؤر واپس موٽي ايندو پر اهو هميشه نه رهندو پر پيار ۽ جهيڙي جو دائري اندر داخل ٿيڻ ۽ نڪرڻ جو عمل هميشه جاري رهندو.

هن چيو ته عنصرن جو پاڻ ۾ ملڻ يا ٽُٽڻ فضول ناهي، پر اهو مقصد خاطر آهي، جاندار به انهن عنصرن جي ملڻ ڪري پيدا ٿيا آهن. ملڻ ۽ ٽُٽڻ اتفاق ۽ ضرورت جي ڪري ٿئي ٿو. جاندارن جو وجود ۾ اچڻ اتفاق آهي.[1]

ايمپيڊاڪلس اڳين جاندارن تي ڳالهائيندي اهي سوال اُٿاريا ته ڏندڪٿائي جانور جن ۾ ڪنهن جانور جو ڌڙ ڍڳي جو هو ته منهن انسان جو ڪو انسان هڪ ئي وقت مرد عورت گڏ هو. انگور جي وڻ ۾ ماڻهوءَ جو چهرو هو جهڙا تصور ڪيئن وجود ۾ آيا. هن چيو ته ڳچين بغير مٿا هئا، ٻانهن بغير ڌڙ ڇاتيون، ڪن، اکيون، الڳ هيون، نرڙ الڳ هو. اهي هڪ ئي وقت هڪٻئي سان ملڻ ڪري بي ترتيب ٿي پيا هئا. اهي پاڻ ترتيب ڪرڻ جي ڪوشش ۾ آهن.[2]

هن، علم آڪاس تي ڳالهائيندي چيو ته چنڊ اصل ۾ ٻي روشنيءَ کي منعڪس ڪري ٿو ۽ روشني سفر ڪري ٿي، پر اها پهچڻ ۾ تمام ٿورو وقت وٺي ٿي، جنهن سبب اسان کي محسوس نه ٿو ٿئي، ته روشني سفر ڪري ٿي.[3]

هن دعويٰ ڪئي هئي ته آءٌ پنهنجي علم وسيلي هوائن کي روڪي سگهان ٿو برساتون جوڙي سگهان ٿو ۽ اوڙاهه مان مئلن کي ٻاهر ڪڍي سگهان ٿو. هن چيو ته منهنجو علم فطرت جي قوتن تي قابض ٿيڻ جي سگهه ڪري ٿو.[4]

ايمپيڊاڪلس حرڪت بابت ڳالهائيندي چيو ته ضرور به ضرور مادي کان علاوه اهڙو سبب هوندو جنهن ڪائنات کي حرڪت ڏني هوندي.[5]

---

(1) History of Western Philosophy, By: Bertrand Russel, P.50

(2) History of Western Philosophy, By: Bertrand Russel, P.72

(3) History of Western Philosophy, By: Bertrand Russel, P.72

(4) The Greek Philosopher's, By: W.K.C Guthrie. P.51

(5) At the Cross Road of Infinities, By: E.I. Parnov, P.55

# ليوسيپس (Leucippus)

ليوسيپس جو وجود تاريخ ۾ تڪراري رهيو آهي، ڪن جو خيال آهي تہ ليوسيپس نالي ڪنهن شخص جو وجود ئي ڪونہ هو. جڏهن تہ ڪي ان جي وجود کي مڃين ٿا. هن جي ڄمڻ ۽ مرڻ جي تاريخ بابت ڪنهن بہ نہ لکيو آهي. هيءُ ٿاليس، اناڪسيماندر ۽ انڪسيمينز جي شهر مائيلطس ۾ ڄائو ۽ 440 ق. م ۾ فلسفي طور اُڀريو.[1]

هيءُ ٿرائيس جي شهر ابديريا (Abderia) ۽ ذڪر اٽليءَ جي شهر ايليا ۾ پڻ ويو. هن جي وجود جو تاريخ ۾ تڪراري هجڻ جو وڏي ۾ وڏو سبب اهو پڻ آهي تہ هن جي زندگيءَ جي باري ۾ ڪابہ معلومات نہ ٿي ملي. ڪن جو اهو خيال آهي تہ هيءُ پرمينائيڊز جو شاگرد هو. هيءُ پرمينائيڊز جو شاگرد هو يا نہ، پر هن جي فلسفي تي پرمينائيڊز جو اثر ضرور آهي. هن کي ايٽم جي نظريي جو خالق چيو وڃي ٿو پر جڏهن بہ ايٽم جي نظريي جو ذڪر اچي ٿو تڏهن ليوسيپس سان گڏ ڊيماڪريٽس جو نالو ضرور بہ ضرور اچي ٿو. ايٽم جي نظريي کي وڌيڪ ڦهلائڻ ۽ ان کي مستحڪم بنيادن تي بيهارڻ جو ڪم ڊيماڪريٽس ڪيو هو.

ايٽم جي نظريي تي تفصيل سان ڳالهائڻ کان پهرين هراقلطيس، پرمينائيڊز ۽ زينوءَ کي ورجائڻ ضروري آهي تہ جيئن ايٽم جي نظريي کي سمجهي سگهجي.

هراقلطيس چيو تہ سڀ شيون مسلسل حرڪت ۽ تبديليءَ ۾ آهن ۽ تضادن جي جنگ ڪري شيون وجود ۾ اچن ٿيون.

---

[1] Dictionary of Philosophy, By: G. Vesey & Foulkes, P.77

پرمينائيڊز چيو تہ حواس اسان کي ٺڳين ٿا. وجود مان ئي وجود آهي، نڪي ناوجود مان وجود. تنهن ڪري اها حرڪت نہ آهي، حرڪت تڏهن آهي جڏهن ناوجود مان وجود ٿئي ۽ وجود مان ناوجود ٿئي، ان ڪري فطرت ۾ ڪابہ تبديلي ۽ ڪابہ حرڪت ڪانهي. زينو آف ايليا حواسن جي دوکي جو مثال ڏيندي چيو تہ جيڪڏهن جسم کو معاملو طئي ڪري ٿو تہ پهريائين ان مفاصلي جو اڌ طئي ڪندو. پوءِ ان اڌ جو اڌ، ان ڪانپوءِ ان جو اڌ جو اڌ. ايئن اهو سلسلو لامحدود ٿي ويندو. مطلب تہ اهو جسم مفاصلو طئي نہ ڪري سگهندو پر حواس اسان کي ڏسين ٿا تہ جسم مفاصلو طئي ڪري منزل تي پهچي ٿو. جڏهن تہ عقل ٻڌائي ٿو تہ شيءِ پهريان اڌ طئي ڪندي، پوءِ ان جو اڌ ۽ ان ڪانپوءِ اڌ جي اڌ جو اڌ. ايئن سلسلو لامحدود ٿي وڃي ٿو ۽ شيءِ پنهنجي منزل تي نہ ٿي پهچي، تنهن جي ڪري شيءِ جو پنهنجي منزل تي پهچڻ غير منطقي آهي ۽ ڪابہ منطق جي بنياد تي غلط ثابت ٿيل شيءِ صحيح ٿي نہ ٿي سگهي. تنهن ڪري حرڪت حقيقت ۾ ڪوبہ وجود نٿي رکي، اهو حواس ذريعي حاصل ڪيل علم دوکي ۽ فريب کان سواءِ ڪجهہ ڪونهي.

مٿين خيالن کي فقط ذهن ۾ آڻڻ سان ئي ماڻهوءَ اڳيان بہ وڏا مسئلا پيدا ٿي پون ٿا. هڪ تہ حواس اسانکي حرڪت ۽ تبديليءَ بابت ڏسين ٿا، جڏهن تہ عقل مٿين دليلن کي قبول نہ ٿو ڪري. ڇاڪاڻ تہ عقل جي چند چاڻ مطابق ڪوبہ جسم مفاصلو طئي ڪري منزل تي نہ ٿو پهچي سگهي. ٻيو تہ جڏهن اسين حرڪت کي مڃون ٿا تہ حرڪت خلاءَ/ خالي ميدان کانسواءِ ممڪن ڪونهي، پر عقل چوي ٿو تہ خلاءَ جي معنيٰ ڪنهن بہ شيءِ جو وجود نہ هجڻ آهي. جيڪڏهن خلاءَ وجود رکي ٿي، تہ اها خلاءَ ڪيئن ٿي؟

هاڻ ڪهڙي شيءِ کي قبول ڪجي؟ اهو سوال فقط هينئر اسان جي ذهن ۾ نہ ٿو اڀري، پر تنهن وقت ۾ يونانين جي ذهن ۾ اهو سوال موجود هو تہ حواسن جي ذريعي مليل علم صحيح آهي يا عقل جي ذريعي مليل علم صحيح آهي؟ توڙي جو هاڻي انسان ان مسئلي کي ڪافي قدر حل ڪري چڪو آهي ۽ ان مسئلي جو اڀياس فلسفي جي هڪ جدا شاخ، جنهن کي علميات (يعني علم جو علم (Epistemology) چيو وڃي ٿو سا حل ڪري ٿي.

ليوسيپس حواس جي ذريعي مليل علم کي ۽ عقل ذريعي مليل علم کي منطقي بنيادن تي حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. پرمينائيڊز حواسن ذريعي مليل علم کي رد ڪرڻ لاءِ منطقي دليل ايڏا تہ سگهارا ڏنا هئا، جو ليوسيپس پڻ انهن

مضبوط دليلن کان انڪار ڪري نہ سگهيو. بلڪ انهن ڏنل دليلن ”وجود مان وجود ۽ فنائيت مان فنائيت“ جي ڇاپ سندس نظريي تي واضح آهي، ٻئي طرف حواسن ذريعي مليل علم جنهن مطابق هر شيءِ مسلسل حرڪت ۾ آهي، ڪي مڪمل رد ڪرڻ سان بہ مسئلو حل نہ ٿي ٿيو. ليوسيپس ٻنهي کي حل ڪرڻ لاءِ ايٽم وارو نظريو ڏنو. هن چيو تہ سموري ڪائنات تمام ننڍڙن ذرڙن، جن کي وڌيڪ حصن ۾ نٿو ورهائي سگهجي يا ٽوڙي نٿو سگهجي، جيڪي هميشہ موجود هئا، تن جي ٺهيل آهي، اهي پنهنجي صفت يا ڪيفيت ۾ هڪ جهڙا آهن. ايٽم پنهنجي شڪل ۽ سائيز ۾ هڪ ٻئي کان مختلف آهن. انهن ايٽمن جي ملڻ ڪري شيون ٺهن ٿيون ۽ انهن جي الڳ ٿيڻ جي ڪري شيون ختم ٿين ٿيون. ايٽم خلاءَ ۾ حرڪت ڪن ٿا.

ايٽمي نظريو اچڻ ڪانپوءِ ڪنهن قدر عقل ۽ حواسن جي وچ ۾ پيدا ٿيل مونجهارو حل ٿيو.

حواسن ذريعي مليل علم مطابق شيون وجود وٺي جوان ٿين ٿيون، پوءِ پوڙهيون ٿي ختم ٿي وڃن ٿيون. يعني فنائيت مان وجود ۽ وجود مان فنائيت ٿئي ٿي. ٻين لفظن ۾ شيءِ جو وجود نہ هو پوءِ وجود ٿيو ۽ پوءِ ان شيءِ جو وجود ختم ٿي ويو.

اهو ممڪن نقطا ان ڪري آهي جو شين جو جوڙڻ يا وجود ۾ اچڻ فنائيت مان نہ ٿو ٿئي، پر اهو ايٽمن (جيڪي اسان کي ڏسڻ ۾ نہ ٿا اچن) جي هڪٻئي سان ملڻ ڪري ٿئي ٿو ۽ شيون ڪي مريو صفا ختم ٿي ڪونہ ٿيون وڃن، پر ايٽمن جي هڪٻئي کان ڇڄڻ ڪري شڪليون بدلائين ٿيون. ليوسيپس شين جو ايٽمن جي ملڻ ڪري وجود ۾ اچڻ ۽ ايٽمن جي الڳ ٿيڻ جي ڪري شين جي ختم ٿي وڃڻ بابت ڳالهائيندي چيو تہ هر ڪا شيءِ ڪنهن نہ ڪنهن سبب ڪري ۽ ضرورت ڪري ٿئي ٿي، بي سبب ۽ بي ضرورت ڪابہ شيءِ نٿي ٿئي.[1]

ليوسيپس شين جي وجود ۾ اچڻ ۽ فنا ٿيڻ بابت تہ ٻڌايو پر ڪٿي بہ اهو سوال پنهنجي غور ويچار هيٺ نہ آندو تہ ايٽم وجود ۾ ڇو آيا؟

---

[1] History of Western Philosophy, By: Bertrand Russel, P.86

# ڊيموڪريٽس (Democrates)

ڊيموڪريٽس ٿرائيس موجوده ترڪيءَ جي يورپ واري حصي جي شهر ابديريا (Abderea) ۾ 460 ق. م ڄاري ڄائو. هن جو پيءُ اعليٰ خاندان سان تعلق رکندو هو ۽ تمام گهڻو دولتمند هو. سندس پيءُ لاءِ چيو وڃي ٿو ته هن پارسي بادشاهه زيروڪس (Xeroxe) جيڪو يورپ ۾ ناڪاميءَ ڪانپوءِ جڏهن واپس ايشيا وڃي رهيو هو تڏهن اُن ۽ اُن جي فوج لاءِ تفريح جو سامان مهيا ڪيو. قديم زمانن ۾ اهو رواج رهيو آهي ته حڪمران جڏهن ڪنهن ٻئي ملڪ تي وڃي حملو ڪندا هئا ته پاڻ سان گڏ ستارن ۽ موسمن جي ڄاڻ رکندڙن کي رکندا هئا. زيروڪس، ڊيموڪريٽس جي پيءُ کي انهيءَ خدمت کان خوش ٿي، ڪجهه ستارن ۽ موسمن جي ڄاڻ رکندڙن، جن کي پارسي ميجي (Megi) چوندا هئا، سي ڏنا. ڊيموڪريٽس انهن وٽ علمِ آڪاس ۽ دينيات جا علم سکيا. جڏهن هن جو پيءُ گذاري ويو تڏهن هي علم حاصل ڪرڻ لاءِ ابديريا کان ٻاهر نڪري پيو.

هيءُ ايٿوپيا، پرشيا، انڊيا ۽ ٻيا علائقا گهميو ۽ پنهنجي ورثي ۾ مليل ملڪيت خرچ ڪري ڇڏيائين. جڏهن هٿين خالي سپ ڪپائي، واپس ابديريا پهتو ته سندس ڀاءُ ڊيموس هن کي ڪجهه پئسا ڏنا.

ابديريا جو هڪڙو قانون هو ته جڏهن ڪو پنهنجي سموري پيءُ طرفان مليل وراثتي ملڪيت ڪپائي ڇڏي، ان کي ابديريا ۾ دفن نه ڪبو. ڊيموڪريٽس ان کان بچڻ لاءِ پبلڪ ليڪچر ڏيڻ شروع ڪيا.

ڊيموڪريٽس ٻجن، ٻوٽن ۽ پٿرن تي تجربا ڪيا. هن پارسين طرفان مليل علم آڪاش جي استادن جي علم ۽ پنهنجن تجربن مان مليل علم ذريعي موسمن

جي تبديليءَ بابت پيشنگوئيون ڪيون. هن مستقبل بابت پيشنگوئيون ڪيون ۽ ماڻهن اڳيان اهو ثابت ڪيو تہ آءٌ پيشنگوئي ڪري سگهان ٿو. ابديريا جا ماڻهو هن کي فقط چاڙتو سمجهڻ نہ لڳا، پر هن کي لافاني شيءِ سمجهي پوڄڻ لڳا ۽ هن کان پنهنجي سماجي زندگيءَ جي مسئلن بابت صلاحون وٺڻ لڳا. ماڻهو هن کي اڄ جي معنيٰ ۾ پير ڪري پوڄڻ لڳا. هن کي اها عقيدت پسند نہ آئي، هن چاهيو ٿي، تہ آءٌ سموري زندگي سرگرم ٿي گذاريان، تنهن ڪري هو زندگيءَ جا باقي ڏينهن عوام کان ڪٽجي اڪيلائيءَ ۾ وڃي غارن ۾ گذارڻ لڳو.

هن لاءِ هڪ فرضي قصو مشهور آهي تہ هيءُ اڻ ڏٺل مستقبل بابت پيشن گوئيون ڪري سگهندو هو. تنهن ڪري هن ٻرندڙ شيشن ذريعي پنهنجو پاڻ کي انڌو ڪري ڇڏيو. هيءُ 100 سالن جي ڄمار ۾ 360 ق. م ۾ گذاري ويو. هن کي وڏا ٺهڪ ڏيندڙ فلسفي پڻ چيو ويندو هو.

هن ايٽمي نظريي کي اڳتي وڌائيندي چيو تہ سڀ شيون ايٽمن جون ٺهيل آهن. خود روح پڻ ايٽمن جو ٺهيل آهي.[1]

ڊيموڪريٽس اهو پهريون فلسفي هو، جنهن ماديت واري نظريي لاءِ سڀ کان پهريان سنجيده ڪوشش ڪئي. هن چيو تہ شيون اسان کي گرم ذائقي وارين ۽ مختلف رنگن ۾ نظر اچن ٿيون. اهو انساني حواسن جو دوکو آهي. شيون اصل ۾ بي ذائقي ۽ بي رنگ آهن. شين ۾ فقط وزن، گهاٽائي ۽ سختيءَ جون صفتون آهن. هن ان ريت ايگزاگورس کي رد ڪندي چيو تہ ڪائنات ۾ لامحدود عنصر نہ آهن، سڀ ايٽم هڪڙي ئي صفت رکن ٿا، پر فقط شڪل ۽ سائيز ۾ فرق هجڻ ڪري مختلف محسوس ٿين ٿا. ايٽم جي وجود بابت ڳالهائيندي چيو تہ جيئن حرڪت هميشہ کان موجود هئي، تيئن ايٽم بہ هميشہ کان موجود هئا. ايٽم اسان کي نظر نٿا اچن، اهي تمام ننڍڙا آهن، اسين سوچ وسيلي انهن تائين پهچي سگهون ٿا. جيئن وڻ لُڏن ٿا، پر هوا اسان کي نظر نہ ٿي اچي، جيئن روشني شيشي مان گذري اچي ٿي ۽ جيئن آلا ڪپڙا رسيءَ تي سُڪن ٿا، پر انهن ۾ موجود پاڻي ڪيڏانهن ويو اهو اسان کي نظر نہ ٿو اچي. تيئن ايٽم اسان کي نظر نہ ٿا اچن.

يوناني شين ۽ واقعن کي عام طرح اتفاق سان منسوب ڪندا هئا پر ڊيموڪريٽس ان ڳالهہ ۾ سڄي يونان کان مٽي هو هن چيو تہ ڪابہ شيءِ اتفاق ڪري نٿي ٿئي، ڪوبہ واقعو ڪنهن نہ ڪنهن سبب يا مقصد ڪري ٿئي ٿو.

---

[1] History of Western Philosophy, By: Will Durant. P.89

هن خلاءَ تي ڳالهائيندي چيو تہ خلاءَ جي معنيٰ وجود نہ هجڻ نہ ورتي وڃي، پر خلاءَ جي معنيٰ آهي تہ ڪنهن جسم جو وجود نہ هجي، شيون خلاءَ ۾ حرڪت ڪن ٿيون. هن خلاءَ بابت دليل ڏيندي چيو تہ خلاءَ بغير جسمن جي حرڪت، ڇڏائي، گهاٽائي ۽ شين جي واڌ ممڪن نہ آهي ۽ ايٽم جي اندر ڪابہ خلاءَ ناهي، ايٽمن جو ڳر مڪمل طرح ڀريل آهي، تنهن ڪري اهو نہ ٽو ٽُٽي. هن ڪائنات ۾ اسين جنهن شيءِ کي فاني چئون ٿا، اها مڪمل فنا نٿي ٿئي، پر فقط پنهنجي شڪل بدلائي ٿي، جيئن انساني جسم مرڻ کانپوءِ مٽيءَ ۾ تبديل ٿيو وڃي ۽ ٻي شڪل وٺي ٿو تيئن سڀ شيون رڳو پنهنجي شڪل بدلائين ٿيون. هن چيو تہ اسان وٽ جيڪو علم آهي، اهو بہ ايٽمن جو ڦهيل آهي، ايٽم اسان جي حواسن سان ٽڪرائجن ٿا ۽ حواسن ۾ موجود ٻيا ايٽم وري ٻين اندرين ايٽمن سان ٽڪرائجن ٿا، ايئن اهي ايٽم وري دماغ اندر موجود ايٽمن سان ٽڪرائجن ٿا.

هن جو چوڻ هو تہ ڳريون شيون زمين طرف اچن ٿيون ۽ هلڪيون شيون آسمان طرف وڃن ٿيون ۽ ايئن اهي پاڻ ۾ ملي آسمان ۾ وڏا جسم ٺاهين ٿيون. هن چيو تہ انسان لاءِ ضروري آهي تہ هو پنهنجي زندگي خوشيءَ سان گذاري.

# ائين ايگزاگورس (Anaxagoras)

ائين ايگزا گورس، ايونا جي ڪالوني سمرنا (Smyrna) هاڻوڪي ازمير کان اولهه ڏکڻ طرف 35 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي ۽ مائيلطس کان اُتر اولهندي طرف 100 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي شهر ڪلازومينه (Clazomene) (اڄ جي شايد ارلا Urla) شهر ۾ ايمپيڊاڪلس کان پنج سال پهرين، يونان جي عظيم رياست ڪار پيريڪلز کان ست سال پهرين ۽ زينو آف ايليا کان 10 سال اڳ 500 ق. م ۾ ڄائو. هن جي ڄمڻ وقت پيٿا غورث 72 سالن جو هو جڏهن ته پرمينائيڊز 15 سالن جو هو. هيءَ جڏهن ٽن سالن جو ٿيو تڏهن پيٿا غورث گذاري ويو. هن جي دلچسپي فلسفي ۽ علم آڪاس ۾ هئي. هن جو تعلق به انهيءَ علائقي سان هو جنهن جو همچورس 200 ڪلوميٽرن جي اندر آيوني مڪتب جا فلسفي ۽ پيٿا غورث، زينوفينز ۽ هرقليطيس ۽ هومر جنم ورتو هو. هيءَ 20 سالن جي عمر ۾ يعني 480 ق.م يونان جي شهر اٿينس ۾ آيو. اٿينس جيڪو علم و ادب جو شهر هو ٿيئٽر جو شهر هو ۽ سڄي يونان ۾ رسمي ۽ روايتي مذهبي عبادت جو مرڪز هو اٿينس شهر صنعت، فن، ڏاهپ ۽ جنگ جي ديوي اٿينا جو شهر هو جيڪا زيوس (Zeus) ديوتا جي پياري ڌيءَ هئي. هن کي اٿينا پارٿيناس يعني ڪنواري اٿينا پارٿينا پڻ سڏيو ويندو هو. هيءَ اها ديوي هئي جنهن اٿينس جي ماڻهن کي تحفي ۾ زيتون جا وڻ ڏنا.

ائين ايگزاگورس اٿينس ۾ رهندڙ پهريون فلسفي هو هن زندگيءَ جو گهڻو عرصو اُتي گذاريو. يونان جي تاريخ جو عظيم رياست ڪار پيريڪلز (جنهن جي ذڪر ڪانسواءِ يونان جي سياسي تاريخ اڌوري آهي) يوناني ڊرامه نويس يوريپڊيز (Euripides) ۽ شايد سقراط هن جا شاگرد هئا.

هن جو تعلق هڪ دولتمند گهراڻي سان هو. ارسطو مطابق ”فلسفي ۽ سائنس تي اهو ماڻهو ڪم ڪري سگهي ٿو جيڪو پيٽ ۽ روز مره جي فڪرن کان آجو هجي.“ سو هي به پيٽ ۽ روز مره جي ڏچن کان بي فڪر ٿي آسمان ۾ فطرت جي رازن جي ڳنڍين کي کولڻ ۾ هميشه مصروف هو. هيءُ ايونا جي علائقي ۾ ڄائو هو. اتي جي ماحول ۾ شامل سائنسي ڳولا جي عنصر هن تي تمام گهرو اثر وڌو. هن جي چوڌاري ماحول ۽ ٿيندڙ لقائن بي انتها سوال هن جي سامهون آندا. ته زمين، سج، چنڊ، تارا، گرمي، سردي، پاڻي، جبل وغيره ڇا جا ٺهيل آهن؟ اهي ائين ڇو آهن؟ انهن ۾ ترتيب ڇو آهي؟ ۽ شيون هڪ ٻئي ۾ تبديل ڇو ٿين ٿيون؟ 467 يا 469 ق. م ۾ آسماني پٿر يونان جي علائقي ايوگاس پوٽامي (Aogos Potamoi) تي ڪريو ان ائين ايگزاگورس کي تمام گهڻو متاثر ڪيو ۽ علم آڪاس بابت نئين سر سوچڻ تي مجبور ڪيو. هن چيو ته ڪائنات ۾ فقط هڪ ڌرتي نه آهي، پر ٻيون به ڌرتيون آهن ۽ اتي به ماڻهو رهن ٿا ۽ چنڊ تي به جبل آهن ۽ سج ڪو اپالو ديوتا نه آهي پر سج ڌاتوءَ جو ٻرندڙ هڪ گولو آهي.

ايگزاگورس پيريڪلز جي مشاورتي ڪميٽيءَ جو ميمبر هو. پيريڪلز جي مخالفن ائين ايگزاگورس جي چيل ان ڳالهه کي بنياد بڻائي ايگزاگورس تي غير مذهبي ڳالهيون ڦهلائڻ ۽ ماڻهن کي ڀنيلائڻ جي الزام ۾ مقدمو هلايو. هڪ ڳالهه جي هتي وضاحت ضروري آهي ته اٿينس جتي ڊرامو ادب ۽ سياست عروج تي هئا، اتي اهو اصل (Classical) شڪل ۾ مذهبي عبادتن ڪرڻ ۾ به عروج تي هو. تنهن ڪري اها ڳالهه اٿينس جي ماڻهن کان برداشت نه ٿي ۽ انهن جي ڪاوڙ کي پيريڪيلز جي مخالفن بنياد بڻائيندي ايگزاگورس تي مقدمو هلايو. ايگزا گورس 434 کان 432 ق.م تائين جيل ۾ هو وڌيڪ ان جي مقدمي بابت خبر ڪانهي، سواءِ ان جي ته هن پنهنجو آخري وقت مائيلطس جي ڪالوني لئمپساڪس (Lampsacus) ۾ گذاريو. ڪن اهو به لکيو آهي ته پيريڪلز هن کي جيل مان ڀڄائڻ جو بندوبست ڪيو. هيءُ 428 ق. م ۾ گذاري ويو.

هن ڪائنات بابت سوچيو ته اها ڇا جي ٺهيل آهي؟ ايگزا گورس سندس وڏڙن جي ڏنل جوابن مان مطمئن ڪونه هو ته ڪائنات پاڻيءَ يا هوا جهڙي شيءِ مان ٺهيل آهي. جيڪڏهن ڪائنات هڪ عنصر مان ٺهيل آهي ته اها ٻين عنصرن ۾ تبديل ڇو ٿئي ٿي؟ آخر ڪهڙو سبب آهي جو فضا ۾ موجود آبي بخار مخصوص قسم جي ٿڌ ملڻ ڪري پاڻي ٿي وڃن ٿا ۽ پاڻي مخصوص گرميءَ جي درجي تي بخارن ۾ تبديل ٿي وڃي ٿو. انسان کائي ته فروٽ، ڀاڄيون ۽ اَن ٿو پوءِ اهي شيون ڪيئن گوشت ۾ تبديل

ٿين ٿيون ۽ انسان جي مرڻ ڪانپوءِ سندس لاش ڪيئن مٽيءَ ۾ ٻين شين ۾ تبديل ٿيو وڃي. ايگزاگورس انهن شين تي سوچيندي هن ڳالهه تي پهتو ته ڪائنات لامحدود عنصرن جي ٺهيل آهي، اهي عنصر لامحدود ننڍن جزن جا ٺهيل آهن.[1]

پهرين سڀ جزا پاڻ ۾ مليل هئا: آلاڻ خشڪيءَ سان، ٿڌاڻ گرميءَ سان، روشني اونداهه سان. پوءِ ذهن انهن کي ڦيرايو ۽ الڳ ڪيو ۽ ڦيرائڻ جي عمل دوران اهي الڳ ٿي ويا پر هر شيءِ ۾ ٻين عنصرن جا جزا موجود آهن. پر اسان کي فقط اهو عنصر نظر اچي ٿو جيڪو ان شيءِ ۾ وڌيڪ آهي ۽ ان شيءِ تي حاوي آهي. هر شيءِ ۾ ڪيترن ئي عنصرن جا جزا شامل آهن. هر شيءِ ۾ هوا ۽ خلاءَ جا جزا شامل آهن، پر ذهن سيني ۾ شامل نه آهي، توڙي جو ڪن ۾ ذهن به شامل آهي، سيني زندهه شين ۾ ذهن شامل آهي. ذهن ئي انهن کي ٻين غير جاندار جسمن مٿان طاقتور بڻايو آهي، هڪ ڳالهه کي هتي دهرائڻ ضروري آهي ته ائين ايگزاگورس سان به اهو ساڳيو ئي مسئلو هو جيڪو پهرين فلسفين سان هو. ڇاڪاڻ ته سائنس اڃا ايتري ترقي نه ڪئي هئي. تنهن ڪري حرڪت ڇا جي ڪري ٿئي ٿي، ان جو جواب هنن وٽ هو ته حرڪت۔ روح يا ذهن يا زندگيءَ جي ڪري ٿئي ٿي. انهن مطابق اهي شيون حرڪت ڪري سگهن ٿيون، جن ۾ روح، ذهن يا زندگي هجي، جيڪڏهن ڪو روح، ذهن يا زندگيءَ سان خالي جسم حرڪت ڪري ٿو تنهن ڪري ايگزاگورس چيو ته ذهن ئي آهي جيڪو ڪائنات کي حرڪت ڏئي ٿو.

يونان جي سڄي ڏند ڪٿا جي تاريخ ۾ اهو سوال ڪٿي به نه اُٿاريل آهي ته ڪائنات ڪڏهن وجود ۾ آئي. يونان جو عام ماڻهو اهو سمجهندو هو ته ڪائنات هميشه کان موجود هئي، پر سوال هميشه حرڪت، شين جي تبديليءَ ۽ ترتيب بابت هئا. ايگزاگورس مطابق هر شيءِ جي اندر ٻين عنصرن جا جزا موجود رهن ٿا. گرم جي اندر ٿڌاڻ جا جزا موجود رهن ٿا ۽ هر جزو پنهنجي عنصر واري جزي سان ملڻ ڪري هڪ ٿي وڃي ٿو ۽ حرڪت جي ڪري جزا هڪٻئي جي ويجهو ايندا رهن ٿا. گرم جسم جي اندر ٿڌاڻ جي جزن سان ٻيا ٿڌاڻ جا عنصر گرم عنصرن تي حاوي ٿي وڃن ٿا ۽ شيءِ ٿڌي نظر اچي ٿي. ساڳيءَ ريت اسين مختلف شيون کائون ٿا، پر کائڻ جي عمل دوران انهن شين ۾ موجود گوشت جا جزا اسان جي گوشت سان ملي هڪ ٿي وڃن ٿا ۽ ٻيو مادو خارج ٿي وڃي ٿو ائين ايگزاگورس ڪائنات ۾ موجود ترتيب (Order) لاءِ چيو ته اهو ذهن جي ڪري آهي. هن چيو ته شروعات ۾

---

[1] جزن لاءِ ايگزاگورس لفظ ٻج استعمال ڪيو.

الڳ ٿيڻ دوران گهاٽائي، آلاڻ، ٿڌ ۽ اونداهہ ڌرتيءَ تي گڏ ٿي ويا. جڏهن تہ چڊاڻ ۽ روشني خلاءَ جا حصا ٿي ويا.

هن چيو تہ ڪابہ شيءِ پنهنجو پاڻ ۾ ننڍي يا وڏي نہ آهي. گهٽ يا وڌ نہ آهي، اها فقط تعداد ۾ ايئن آهي. ايگزاگورس جو اهو خيال اڄ بہ توانا ۽ نئون نڪور آهي، ڇاڪاڻ تہ ان کان پوءِ ان کي رد ڪندڙ ٻيو ڪوبہ خيال نہ آيو آهي. هر ڪا شيءِ ننڍي يا وڏي ڀيٽ جي ڪري ٿئي ٿي. گلاس جڳ جي ڀيٽ ۾ ننڍو آهي ۽ ڪوپ جي ڀيٽ ۾ وڏو آهي، تنهن ڪري گلاس جو ساڳئي وقت ننڍو ۽ وڏو هجڻ انهيءَ ڪري آهي جڏهن ان جي ڀيٽ ڪائنس وڏي جسم (جڳ) سان ٿئي ٿي تہ (گلاس) ننڍو آهي ۽ جڏهن ان جي ڀيٽ ڪائنس ننڍي جسم (ڪوپ) سان ٿئي ٿي تہ (گلاس) وڏو آهي.

هن، وجود ۽ فنائيت تي ڳالهائيندي چيو تہ يونانين وجود ۾ اچڻ ۽ فنا ٿيڻ جي تصور کي صحيح نہ سمجهيو آهي، ڪابہ شيءِ وجود ۾ نٿي اچي ۽ ڪابہ شيءِ فنا نٿي ٿئي، ڪا شيءِ جڏهن مختلف عنصرن جي پاڻ ۾ مليل حالت ۾ آهي ۽ مختلف عنصر ملن ٿا تہ اسين ان کي وجود ۾ اچڻ چئون ٿا ۽ جڏهن اهي عنصر الڳ ٿين ٿا تہ اسين ان کي فنا ٿيڻ چئون ٿا.

ايگزاگورس مطابق چنڊ کي پنهنجي روشني نہ آهي پر چنڊ سج کان روشني وٺي ٿو ۽ چنڊ ڌرتيءَ وانگر آهي، اُتي جبل آهن ۽ واديون آهن ۽ چنڊ گرهڻ ان ڪري ٿئي ٿو جو ڌرتي چنڊ ۽ سج جي وچ ۾ اچي وڃي ٿي ۽ آسمان ۾ ڪهڪشان ڪير ڌارا (Milky Way) تارن جي روشنيءَ جي منعڪس (Reflection) ٿيڻ ڪري ٿئي ٿي ۽ تارا- روشني، سج کان نہ ٿا وٺن.

هن هڪ ڪتاب "فطرت" (Peri Physeos) بہ لکيو جنهن جو 399 ق.م ۾ قلمي نقل ڪيو ويو.[1]

---

[1] انهيءَ ڪتاب "فطرت" جا ڪجهہ حصا بچيا آهن، جيڪي انٽرنيٽ تي هيٺئين ايڊريس تي انگريزيءَ ۾ موجود آهن: http://history.hanover.edu/

# پروٽا گورس (Protagoras)

يونان جي اُتر اوڀر وارو حصو ۽ ترڪيءَ جي اُتر اولھ وارو حصو جيڪو يورپ ۾ آهي، تنهن کي ان وقت ٿريئس جي نالي سان سڏيو ويندو هو. ان جي شهر ايبديرا ۾ جتي ڊيموڪريٽس ڄائو هو اتي پروٽاگورس 481 ق. م ۾ پيدا ٿيو.

هن پنهنجي سموري زندگي يونان جي شهرن ۾ ليڪچر ڏيندي گذاري. ڪجھ وقت سسلي ۾ بہ رهيو. هي پيريڪلز جو دوست هو ۽ ٻہ دفعا اٿينس ويو ٻيو دفعو شايد 432 ق.م ۾ ويو. هن اٿينس جي هڪ ڪالوني، ٿيورائي (Thurai) جو ڪوڊ 2_ 443 ق.م ۾ ٺاهيو. هن کي سماجي معاهدي (Social Contract) جي نظريي جو باني پڻ چيو وڃي ٿو.

هن خدا جي وجود تي ڳالهائيندي چيو تہ، ”مون کي خبر نہ آهي تہ خدا وجود رکي ٿو يا نہ؟ اهو سوال ڏاڍو ڏکيو آهي ۽ زندگي ٿورڙي آهي.“ متئين ڳالھ جي ڪري ئي هن تي اٿينس شهر ۾ اچڻ تي پابندي وڌي ويئي. هيءَ 411 ق.م ۾ گذاري ويو. ان وقت سقراط 59 ۽ افلاطون 17 سالن جو هو.

افلاطون_ پروٽاگورس ۽ سقراط جي پاڻ ۾ ٿيل ڳالھ ٻولھ ”دي پروٽاگورس“ ۾ رقم ڪئي آهي. هن ڳالھ ٻولھ بابت خبر ناهي تہ اها واقعي ٿي هئي يا افلاطون پنهنجي تخيل ذريعي لکي آهي.

پروٽاگورس چوي ٿو تہ، ”آءٌ قبول ڪريان ٿو تہ آءٌ سوفسطائي (Sophist) آهيان ۽ هڪ تعليم ڏيندڙ آهيان. نوجوانو! جيڪڏهن توهين مون وٽ ايندا تہ توهان جي حاصلات هيءَ هوندي تہ جنهن ڏينهن توهين مون وٽ ايندا تہ انهيءَ ڏينهن توهان بهتر انسان ٿي پنهنجي گهر موٽندا ۽ ساڳيءَ طرح ٻئي ڏينهن بہ ايئن ٿيندو.“

پوءِ سقراط پروٽاگورس کان پڇي ٿو تہ: ”بهتر ڇا ۾؟“

پروٽاگورس جواب ڏئي ٿو تہ: ”هي فقط اهو ئي مون کان سکندا جيڪو هي سکڻ آيا آهن.... پنهنجن ذاتي معاملن جي صحيح سنڀال، تہ جيئن اهي پنهنجي گهر ۽ پڻ رياست جي معاملن کي بهتر نموني حل ڪري سگهن ۽ شهر جي حقيقي طاقت ٿي سگهن. ڳالهائڻ ۾ بہ ۽ عمل ۾ بہ.“

سقراط پڇي ٿو تہ: ”تنهنجو مطلب تہ سياست جو فن؟ تون واعدو ڪرين ٿو تہ تون انهن کي بهتر شهري بڻائيندين؟“

”ها“ پروٽاگورس چيو.

افلاطون پاران لکيل ڳالهہ ٻولهہ ۾ پروٽاگورس پنهنجي پاڻ کي سوفسطائي سڏي ٿو. هن جي وقت ۾ يونان اندر سوفسطائي تحريڪ (Sophist Movement) جي شروعات ٿي چڪي هئي. اها تحريڪ ڪا سياسي ماڻهن شروع نہ ڪئي هئي، پر فلسفين شروع ڪئي هئي يا ايئن ڪٿي چئجي تہ فلسفي اندر تنهن دؤر ۾ پيدا ٿيل سوفسطائي رجحان کي سوفسطائي تحريڪ چئجي ٿو. سوفسطائن جو پنهنجو پاڻ لاءِ چوڻ اهو هو تہ اسين ماهر آهيون ۽ اسين ماڻهن کي اها شيءِ سيکاريون ٿا، جيڪا انهن کي ڪم اچي.

سوفس (Sophis) جي معنيٰ ماهر آهي. پروٽاگورس کي پهرين سوفسطائين ۾ ڳڻيو وڃي ٿو. پروٽاگورس جي فلسفي يا سوفسطائي رجحان کي بيان ڪرڻ کان پهرين ان وقت جي فڪري ماحول ۽ اٿينس تي هڪ نظر گهمائڻ ضروري آهي. پروٽاگورس جڏهن 20 سالن جو هو تڏهن سندس آسپاس هن قسم جا خيال گردش ڪري رهيا هئا. ان وقت پيٿا غورث کي 36 سال، زينوفينز کي 19 سال ۽ هراقلطيس کي 14 سال گذاريي ٿيا هئا. پيٿا غورث جنهن چيو ٿي تہ هر شيءِ کي نمبر آهي ۽ اسان کي گوشت نہ کائڻ گهرجي، روح جڳهہ مٽائيندو رهي ٿو فقط سچي عمر سائنس ۽ فلسفي تي ڪم ڪرڻ سان ئي روح کي هن جسم مان نجات ملندي ۽ سندس برادريون يونان جي مختلف بيٺڪن ۾ ڪم ڪري رهيون هيون. زينوفينز مطابق خدا هر ڪنهن پنهنجي مطابق ٺاهيا آهن ۽ خدا کي ڪابہ شڪل ڪانهي، جڏهن تہ هراقلطيس چيو تہ هر شيءِ مسلسل حرڪت ۾ آهي ۽ جنگ هر ڪنهن شيءِ کي جنم ڏنو آهي. پرمينائيڊز 54 سالن جو هو هن چيو ٿي تہ وجود مان ئي وجود جنم وٺي ٿو ۽ جيڪا حرڪت اسين ڏسون ٿا، اهو حواسن جو دوکو آهي. ايگزاگورس 39 سالن جي ڄمار ۾ اٿينس ۾ اسڪول هلائي رهيو هو ۽ ڪائنات کي لامحدود جزن ۾ ڏسي رهيو هو ايمپيڊاڪلس 29 سالن جو هو جنهن

مطابق ڪائنات هوا، پاڻي، مٽيءَ ۽ باهه جي ٺهيل آهي. ڊيموڪريٽس 9 سالن جو مس هو ۽ ليوسيپس ڪنهن ڪنڊ پاسي ويهي پنهنجي ايٽمي نظريي لاءِ دليل ڏئي رهيو هو ته ڪائنات تمام ننڍڙن، نه ورهائجندڙ ذرڙن جي ٺهيل آهي ۽ ڊيموڪريٽس جو خيال هو ته شيون بي ذائقا ۽ بي رنگ آهن. حواس اسان کي ٺڳين ٿا.

فطرت ۽ ڪائنات متعلق هڪٻئي کان مختلف بلڪه اُبتڙ نظريا اتي جي ماحول ۾ گردش ڪري رهيا هئا. انهن مختلف نظرين عام ماڻهوءَ اڳيان مسئلو پيدا ڪري ڇڏيو هو ته ڪهڙي نظريي کي ڪهڙي بنياد تي سچو سمجهن. ڇا پرمينائيڊز کي صحيح مڃن؟ جنهن مطابق ڪائنات ۾ ڪابه حرڪت ڪانهي يا ائٽمي نظريي وارن فلسفين کي مڃن. جن مطابق ڪائنات نه ورهائجي سگهندڙ ذرن جي ٺهيل آهي ۽ اهي ذرا بي رنگ ۽ بي ذائقا آهن. عام ماڻهو جڏهن ته حواسن ذريعي حرڪت محسوس ڪري رهيو هو ۽ رنگن کي به ڏسي رهيو هو ۽ شيون ان جي اڳيان نه ساڪن هيون ۽ نه ئي بي ذائقا ۽ بي رنگ هيون.

عام ماڻهو اڳيان به رستا بچيا هئا: هڪ ـ ڪائنات بابت ڏنل ڪنهن نظريي کي قبول ڪري ۽ پنهنجي حواس جي ذريعي ملندڙ ڄاڻ تي اعتبار نه ڪري. ٻيو ـ انهن کي رد ڪري پنهنجي حواس ذريعي مليل ڄاڻ کي صحيح چوي. پر ايئن چوڻ سان به مسئلو حل نه ٿي ٿيو ڇاڪاڻ ته مٿيان نظريا ٺڪريءَ جي پاڙ تي بيٺل نه هئا. پر اهي دليلن جي ذريعي ثابت ڪيا ويا هئا ۽ عقل انهن دليلن کان انڪار نه ٿي ڪري سگهيو.

ٻئي طرف يونان جي شهر اٿينس ۾ سياسي هلچل متل هئي. گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ بحث هلندڙ هئا ۽ سياسي اثر رسوخ جو دارومدار اسيمبليءَ ۾ ٻُڌنين تقريرن ۽ ڀرپور دليلن جي ادائگيءَ تي هو ۽ اٿينس جي شاهوڪار گهراڻن جي نوجوانن کي شوق جاڳيو هو ته اهي به تقريرن جو فن ۽ دليل بازيءَ جا گُر سکن. اٿينس ۾ ڪورٽون پڻ قائم ٿي چڪيون هيون، جتي ڪيترائي جج ويهندا هئا. اتي جوابدار کي به ڳالهائڻ جو حق هو. ڪيس ۾ فتح حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري هو ته ڪنهن سُٺي مقرر کي ڪورٽ ۾ ڳالهائڻ لاءِ ڇڏجي ته اهو فرياديءَ يا جوابدار بدران ڳالهائي. اهو مقرر پئسا وٺندو هو. ان ڪري اتي جي ماحول ۾ ٻن رجحانن جنم ورتو. هڪ رجحان اهو هو ته سچائي بيان ڪرڻ لاءِ اندازِ بيان هجڻ ضروري آهي. اهو ماڻهو اسيمبليءَ ۾ يا ڪورٽ ۾ پنهنجي ڳالهه کي سچو ثابت ڪري سگهي ٿو. جنهن جو اندازِ بيان بهتر آهي ۽ ٻئي طرف اهو رجحان هو ته حقيقت بيان ڪرڻ لاءِ دليل هجڻ ضروري آهن ۽ دليلن ذريعي ئي پنهنجي ڳالهه کي سچو ثابت ڪري

سگھجي ٿو جيڪڏھن اڄ ڪورٽن ۾ ڏسجي تہ اتي ٻئي رجحان نظر ايندا. سوفسطائين جو زور پوئين رجحان تي ھو ۽ بي انتھا امير خاندان جا نوجوان پئسا ڏيئي سوفسطائين کان اھو فن سکندا ھئا.

پروٽاگورس پنھنجي ڪتاب ۾ سچائيءَ جي شروعات ھن جملي سان ڪئي آھي تہ "ماڻھو ئي ھر شيءِ جي ڪسوٽي آھي." ھن جو چوڻ ھو تہ ھر سوال جا ٻہ پاسا آھن ۽ ماڻھو ئي طئي ڪندڙ آھي تہ ڪھڙو پاسو صحيح آھي، توڻي جو ماڻھو ايمانداريءَ سان ڪوشش ڪري ٿو پر پاسو ھڪڙو ئي بيان ڪري ٿو. ھن چيو تہ ساڳي ھوا ھڪ ماڻھوءَ لاءِ گرم آھي، جڏھن تہ ٻئي ماڻھوءَ لاءِ ٿڌي آھي، يعني ھو ٻنھي روين ۾ صحيح آھي.

اسين اُن سٽ کي پھرين بيان ڪيل مختلف فلسفين جي نظرين ۽ ھڪ ٻئي کان بلڪل مختلف ڪائنات جي وصفن طرف عام ماڻھوءَ جي ردعمل کي نظر ۾ رکي سمجھي سگھون ٿا تہ اھو خيال اتي جي فڪري ماحول مان جڙيو ھو. ماڻھو اڳيان مختلف نظريا ھئا ۽ ھر ڪنھن پنھنجي انداز سان مضبوط دليل ڏنا ھئا ۽ عام ماڻھن ۾ ايتري فڪري ۽ علمي سگھ نہ ھئي تہ طئي ڪري سگھن تہ ڪير صحيح آھي. تنھن ڪري پروٽاگورس ڪير صحيح آھي، جي بجاءِ چيو تہ ھر ماڻھو صحيح آھي، ماڻھو ئي علم جي ڪسوٽي آھي. پروٽاگورس کي سوفسطائي ان لاءِ چيو وڃي ٿو جو پروٽاگورس پئسن عيوض ليڪچر ڏيندو ھو ۽ سوفسطائين وانگر دليلن جو فن سيکاريندو ھو. سوفسطائين جو پئسن عيوض علم سيکارڻ يونان جي ماحول ۾ ۽ خاص طرح فلسفين اندر بلڪل نئون ھو ۽ تنھن دؤر ۾ علم سيکارڻ لاءِ پئسا وٺڻ عجب جھڙي بلڪ معيوب ڳالھ ھئي، تنھن ڪري انھن بابت منفي راءِ جوڙي ويئي.

سوفسطائين بابت تاريخ ۾ ڪيترائي قصا جوڙيا ويا آھن. ھڪ قصي کي ھيٺ بيان ڪجي ٿو. ھڪ سادي ذھن واري ماڻھوءَ کان ھڪ سوفسطائي سوال پڇي ٿو:

"تون چوين ٿو تہ تو وٽ ڪتو آھي؟"

"ھا آھي." ان جواب ڏنو.

"۽ انھيءَ کي گُلر بہ آھن." سوفسطائي پڇيو.

"ھا آھن. بلڪل ان جھڙا آھن."

"۽ ڪُتو انھيءَ جو پيءُ آھي؟" سوفسطائي چيو.

"ھا!" ھن چيو.

"آءٌ يقين سان چئي سگھان ٿو تہ گلرن جي ماءُ انھن سان گڏ ايندي آھي."

”۽ اهو تنهنجو نہ آهي.“ سوفسطائي پڇيو.

”يقيناً منهنجو آهي.“

”تہ پوءِ هيءُ پيءُ آهي ۽ تنهنجو آهي، تنهن ڪري اهو تنهنجو پيءُ آهي ۽ گلر تنهنجا پائر آهن.“

پروتاگورس هڪ هنڌ دليلن جي اهميت تي ڳالهائيندي چيو آهي تہ، ”توڪي مضبوط دليلن کان باخبر هجڻ گهرجي، جيڪڏهن تون بيوقوف نہ ٿو ٿيڻ چاهين، پر جيڪڏهن تون پنهنجو پاڻ سان هوشياريءَ سان دليل بازي ڪري سگهين ٿو تہ سياسي طاقت تنهنجي آهي.“

پروتاگورس جي نظريي اخلاقيات اڳيان سوال پيدا ڪري ڇڏيا هئا، ڇاڪاڻ تہ ڪو چور سمجهي ٿو تہ ڪا شيءِ چوري ڪرڻ صحيح آهي تہ پوءِ اها پروتا گورس جي نظريي مطابق صحيح هوندي. پروتا گورس اخلاقيات جي مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ چيو تہ ها ايئن برابر آهي پر ماڻهن جي اڪثريت جي راءِ ان جي مخالف هجڻ سبب ماڻهو پنهنجي راءِ تبديل ڪري ٿو. پر پروتا گورس جي ان جملي چوڻ باوجود اها ڳالهہ طئي نہ ٿي ٿئي، تہ چوري ڪرڻ صحيح آهي يا غلط. پر هڪ ڳالهہ واضح ٿئي ٿي تہ ماڻهن جي اڪثريت جي دٻاءُ ڪري راءِ تبديل ٿئي ٿي.

# جارجيس (Gorgias)

جارجيس سسلي ٻيٽ جي شهر ليئونٽيني (Leontini) ۾ 480 ق.م ۾ ڄائو. هن کي سوفسطائين ۾ پروٽا گورس کان پوءِ سڀ کان گهڻي شهرت ملي. هو ليئونٽيني جي شهر مان سيراڪسئنس (Syracusans) جي خلاف مدد گهرڻ لاءِ سفير طور 427 ق.م ۾ اٿينس آيو. ان وقت اٿينس ۽ اسپارٽا جي وچ ۾ پلوپونيز جنگ هلي رهي هئي. يونان جي تاريخ ۾ هن جنگ جي تمام گهڻي اهميت آهي. هن جنگ جي ڏينهن جي تاريخ، يونان جي ٻيو نمبر تاريخدان ٿيوسيڊائيس لکي آهي. هن پنهنجي ڪتاب "يونان جو عروج ۽ زوال" ۾ جنگ لاءِ لکيو آهي تہ هيءَ جنگ دنيا جي وڏي ۾ وڏي ڀرين جنگ آهي. هيءَ جنگ، جيڪا تقريباً ٽيهہ سال هلي، ان جو سبب بہ "ٽيهن سالن وارو امن جو ناهہ" هو. هيءُ ناهہ اٿينس ۽ اسپارٽا جي وچ ۾ 445 ق.م ۾ ٿيو هو. هن جنگ جي شروعات 431 ق.م ۾ ٿي. جنگ جي شروعات ۾ اٿينس جي اهڙي حالت هئي، جو اها جنگ اٿينس ٽن چئن سالن ۾ کٽي وڃي ها. پر اٿينس ۾ پليگ اچڻ ڪري اٿينس جي فوج جو ٽيون حصو مري ويو ۽ پيريڪلز ۽ سندس بہ پٽ ان وبا جو شڪار ٿي ويا. اٿينس ۾ اخلاقي گهوٽالو اچي ويو ۽ جنگ ڊگهي ٿي ويئي. ان جنگ سڄي يونان کي پنهنجي ٻاهہ ۾ وڪوڙي ڇڏيو. چڻ تہ گهرو ويڙهہ شروع ٿي چڪي هئي، شهر شهر جو دشمن هو هڪڙا شهر اٿينس جي پاسي هئا ۽ ٻيا اسپارٽا جي پاسي هئا. جارجيس پنهنجي شهر جي بچاءَ لاءِ ۽ سيراڪسئينس شهر جي خلاف مدد گهرڻ لاءِ اٿينس ويو. هيءُ تمام وڏو مقرر هو. هن جي تقرير جي اعليٰ درجي جو اندازو ان مان خوب لڳائي سگهجي ٿو تہ هيءُ تقرير لاءِ پئسا وٺندو هو. هن يونان جي عوام ۾ جوش پيدا ڪرڻ لاءِ ڪيترين

ئي تقريرون ڪيون ۽ هن تدفين جي رسمن ۾ تقريرون ڪري ڪيترو ئي نالو ڪمايو. ٽيوسيڊائيس ۽ ايسوڪرٽيس هن جا شاگرد هئا ۽ هن ڪڏهن به شادي نه ڪئي. هن وڏي ۾ وڏو زور ڳالهه کي آسان کان آسان تر بڻائي ٻين تائين پهچائڻ تي ڏنو. هن پروٽاگورس وانگر چيو ته قطعي علم (Absolute Knowledge) انسان حاصل نه ٿو ڪري سگهي. هن چيو ته ٻاهرين شين ۽ انساني ذهن جي وچ ۾ وٿي آهي ۽ جيڪو علم انسان وٽ آهي، ان جي ۽ ان کي ٻين تائين پهچائڻ لاءِ اوزار طور استعمال ٿيندڙ ٻوليءَ جي وچ ۾ به وٿي آهي. انهن ٻنهي وٿين تي ڪا به پل نه ٿي ٻڌي سگهجي ۽ هر هڪ پنهنجي زندگيءَ جي ديوارن ۾ قيد آهي. انسان شين جي فقط مٿاڇري ڄاڻ حاصل ڪري ٿو.

جارجيس چيو ته ڪو به سچ وجود نه ٿو رکي ۽ هر شيءِ ڪوڙ آهي. هن هڪ ڪتاب لکيو جنهن جو نالو ”فطرت ۽ غير موجوديت“ (On nature and non existent) هو جنهن ۾ هن ڪجهه خيال پيش ڪيا، جيڪي فلسفي جي دائري ۾ اچن ٿا. جارجيس کي هيٺين خيالن سان ئي فلسفي جي دنيا اندر ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو:

(1) ڪا به شيءِ وجود نه ٿي رکي.
(2) جيڪڏهن ڪا شيءِ وجود رکي ٿي ته ان کي ڄاڻي نه ٿو سگهجي.
(3) جيڪڏهن ڪنهن شيءِ بابت ڪا به خبر آهي، اهو علم ٻين تائين پهچائي نٿو سگهجي.

اسين جارجيس جا خيال جيڪڏهن مٿاڇري نظر سان پڙهنداسين ته اسان کي بور ڪندا ۽ اجايا محسوس ٿيندا، پر جيڪڏهن اسين انهن خيالن جي گهرائيءَ ۾ وڃي، انهن کي ماحول سان ڀيٽي ڏسنداسون ته پوءِ اسين انهن خيالن کي سمجهي به سگهنداسين ۽ اهي اجايا به نه لڳندا. پهرين ذڪر ٿي آيو آهي ته قطعي علم (Absolute Knowledge) حاصل نه ٿو ڪري سگهجي. قطعي علم جي معنيٰ اها ڄاڻ آهي جيڪا تبديل نه ٿئي. جارجيس ڏنو ته جيڪو ڪائنات بابت يا فطرت بابت علم مليل هو اهو ته هر روز تبديل ٿئي پيو پر صحيح علم ته تبديل ناهي ٿيندو. تنهن ڪري اهو علم قطعي نه آهي، ان ڪري چيائين ته سچ جو ڪو به وجود ڪونهي. سچ جي رواجي وصف آهي ته اها شيءِ/ ڳالهه جيڪا تبديل نه ٿئي ۽ جيڪا شيءِ/ ڳالهه تبديل ٿي وڃي ته اها سچ جي دائري کان ٻاهر آهي ۽ اهو خيال فقط جارجيس وٽ ڪونه هو پر اهڙو ئي خيال هندستان ۾ به موجود هو. جتي دنيا کي مايا چيو ويندو هو. مايا جي معنيٰ دوکو آهي، دنيا دوکو آهي، اها دوکو ڇا جي ڪري آهي؟ اها ان ڪري دوکو آهي، جو اها تبديل ٿيندي رهي ٿي.

جارجيس سچ کي تبديل نہ ٿيندڙ فرض ڪري چيو تہ ڪوبہ سچ وجود نہ ٿو رکي ۽ ڪابہ شيءِ وجود نہ ٿي رکي، ان جو مطلب اهو ٿي آهي تہ ٻاهريون شيون جيڪي تبديل ٿيندي محسوس ٿين ٿيون، اهي تہ تبديل ٿيڻ نہ گهرجن، جيڪڏهن تبديل ٿين ٿيون تہ اهو بہ دوکو آهي، تنهنڪري اهي بہ وجود نہ ٿيون رکن. تنهن ڪري هن هيءَ ٻي بہ ڳالهہ ڪئي تہ جيڪڏهن ڪابہ شيءِ وجود رکي ٿي (يعني اها تبديل ٿيندڙ نہ هوندي) ان کي ڄاڻي نہ ٿو سگهجي (ڇاڪاڻ تہ جيڪا شيءِ اسين ڄاڻون ٿا، اها تہ روز تبديل پئي ٿئي) جارجيس جي ٽئين چيل ڳالهہ انتهائي اهم آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن شيءِ بابت ڪابہ خبر آهي (يعني مڪمل نہ پر ڪجهہ خبر آهي) تہ اها ٻين تائين پهچائي نہ ٿي سگهجي.

انهيءَ ڳالهہ کي ٻين لفظن ۾ هن طرح بيان ڪري سگهجي ٿو تہ توهان ڪيترو بہ ڳالهايو پر ٻڌندڙ ان کي پنهنجي سمجهہ جي حساب سان سمجهندو، يعني توهان ان کي مڪمل طرح سمجهائي نہ ٿا سگهو. ان شيءِ جو دارومدار سمجهندڙ تي آهي تہ اهو ڪيترو سمجهہ وارو آهي ۽ ان جي دلچسپيءَ جا مرڪز ڪهڙا آهن. ٻيو مٿئين ڳالهہ جو مطلب اهو بہ آهي تہ ڪيتريون ڳالهيون اهڙيون آهن، جن کي ٻوليءَ ۾ بيان نہ ٿو ڪري سگهجي، جيئن تجريدي خيالن کي ٻوليءَ وسيلي مڪمل طرح سمجهائي نہ ٿو سگهجي. جارجيس تہ اڄ کان سائيون چوويهہ صديون اڳ هو جڏهن تہ هاڻوڪي دؤر ۾ بہ، جتي دنيا ڳوٺ بڻجي وئي آهي ۽ لفظ لفظ تي تحقيق ٿئي پئي، پر تنهن هوندي بہ انسان جون الائي ڪيتريون ڪيفيتون اڃا بي زبان آهن، جن کي بيان نہ ٿو ڪري سگهجي. بي انتها احساس، جذبا ٻوليءَ جي حد بندين ڪري پنهنجي اظهار لاءِ آتا ۽ بي قرار آهن.

تاريخ ۾ هميشہ اهو مسئلو اهڙن ماڻهن سان پيش آيو آهي، جيڪي پنهنجي سماج جي حد بندين کي پار ڪري اڳتي نڪتا، پر انهن جي ڳالهہ ان سماج لاءِ اوپري هئي، ڇاڪاڻ تہ اها ڳالهہ پنهنجي وقت کان 200 يا 300 سال پهرين چئي وئي هئي، پر سماج اڃا پنهنجين حد بندين ۾ قيد هجڻ ڪري سمجهڻ کان عاري هوندو آهي، تنهن ڪري ئي ابن رشد کي مسجد مان ڪافر ڪري، ٽُڪون هڻي ڪڍيو ويو سُقراط کي زهر پياريو ويو برونو کي باهہ ۾ ساڙيو ويو.

# هپيئس (Hipias)

ادب ۽ موسيقي، آرڪيالاجيءَ ۽ سياست، علم آڪاس ۽ رياضيءَ ۾ ڄاڻ رکندڙ غضب جي يادگيري رکندڙ يونان ۽ ٻين ملڪن جي ادبي سرمائي کي سهيڙيندڙ هپيئس تقريباً 480 ق.م ۾ يونان جي شهر ايليس (Elis) ۾ ڄائو. هيءُ پنهنجي شهر جي سفير جي حيثيت ۾ ڪيترين ئي شهري رياستن ۾ ويو. سوفسطائين ۾ هيءُ سڀ کان وڌيڪ في وٺندڙ سڃاتو ويجي ٿو. هيءُ پنهنجن شاگردن کي ٻبيٽ سيکاريندو هو ۽ سڀ کان گهٽي في وٺندو هو. هن جو گهڻو زور لفظن جي معنيٰ تي ۽ اندازِ بيان تي هو. هن لاءِ چيو ويجي ٿو ته هن يادگيريءَ کي تيز ڪرڻ جو نظام جوڙيو. هن چيو ته سڀني ملڪن جي قانونن ۾ حق ۽ انصاف جو عنصر عام آهي. هن چيو ته دنيا جي سڀني ملڪن جا سنا ۽ ذهين ماڻهو فطري طرح پاڻ ۾ ويجها آهن ۽ هڪٻئي کي هڪڙي رياست جا شهري سمجهن ٿا. افلاطون هپيئس لاءِ لکي ٿو ته "هپيئس سائنس، جاميٽري، علم آڪاس، رڌم، هما گيريت، واضع، چٽي ۽ صحيح لکڻ جو ماهر هو ۽ هن جي يادگيري ايتري ته تيز هئي جو جيڪڏهن هيءُ 50 نالا هڪ وقت ٻڌندو هو ته هن کي انهيءَ مهل ياد ٿي ويندا هئا."

هن چيو ته ڪنهن به شيءِ کي سمجهڻ لاءِ ان کي استعمال ڪرڻ ضروري آهي. ان ڳالهه کي اسين ٻين لفظن ۾ هيئن به بيان ڪري سگهون ٿا ته سکڻ ۽ سمجهڻ لاءِ عمل ضروري آهي. مثال طور: اسين پيلي فٽبال راند جي قائدن ۽ قانونن کي رانديگرن کان وڌيڪ ڄاڻندا هجون، پر ڪڏهن ڪيڏي نه هوندي سين ۽ جڏهن

اسين راند جي ميدان ۾ ايندا سين تہ اسان جي حالت سيڪڙات راند يگر جهڙي هوندي بلڪ ان ڪان بہ خراب. اسين فٽبال راند تڏهن ئي سکي سگهنداسين، جڏهن اسين عمل جي ميدان ۾ ايندا سين، راند ڪيڏنداسين، ڏڪ ڪائينداسين، غلطيون ڪنداسين، پوءِ ئي اسين راند سکي سگهنداسين. انگريزيءَ ۾ هڪڙي چوڻي آهي تہ: "مشق ڪامل بڻائيندي آهي." (Practice makes perfect).

هپيئس سڀ کان اهم ڳالھ هيءَ چئي تہ تصور ذهن اندر اڳ ۾ موجود انگن اکرن/ چارٽ مان جڙن ٿا. هيءَ ڳالھ هپيئس جي تمام اهم آهي، منهنجي خيال ۾ اجا تائين تندرست ۽ نئين آهي. اسين جيڪي بہ تصور ڪريون ٿا، انهن جو دارومدار اسان جي ذهن ۾ موجود علم سان آهي، جيڪو اسان کي ماحول مان مليو آهي. ماحول مان مليل علم ۽ تخليق ڪرڻ جي صلاحيت کي استعمال ڪري اسين تصور جوڙيون ٿا. هپيئس تقريباً 400 ق. م ۾ گذاري ويو.

# پروڊيڪس (Prodicus)

جنهن سال هپيئس شهرت ماڻي، يعني 430 ق.م ۾، انهيءَ سال هن ٻئي سوفسطائي پروڊيڪس (Prodicus) پڻ شهرت ماڻي. هيءُ اٿينس شهر جي اوپر طرف يونوچ سمنڊ (Meditarian Sea) جي هڪ ٻيٽ سي آس (Ceos) ۾ ڄائو. هن لاءِ چيو ويجي ٿو تہ هن علم سائنس جو تمام گهڻو اڀياس ڪيو ۽ ان تي پنهنجا گهرا اثر ڇڏيا ۽ هيءُ اخلاقيات (Ethics) ۽ شهري معاملن (Civics) تي پڻ ليڪچر ڏيندو هو ۽ اٿينس ۾ هن سفير طور خدمت ڪئي. هن دعوي ڪئي تہ سوفسطائي- رياستڪاري ۽ فلسفي جي بهتر ڳالهين کي گڏي هلائي ٿي.

هن اخلاقيات تي ڳالهائيندي چيو تہ سنائي/ نيڪي، سنائي ڪندڙ سان نسبتي آهي، يعني سنائي ۽ نيڪيءَ جو ماڻهوءَ کان علاوه قطعي وجود ڪونهي، پر اها ماڻهوءَ تي دارومدار رکي ٿي. مثال طور ڪي والدين پنهنجن ٻارن کي گهر کان ٻاهر ناهن ڪيندا، هو سمجهندا آهن تہ متان ٻار ٻاهر وڃي خراب نہ ٿي وڃي، غلط سنگت جي ور نہ چڙهي وڃي. ايئن والدين تہ چڱائيءَ جو ڪم پيا ڪندا آهن، پر اهو ٻار جڏهن وڏو ٿيندو آهي، تڏهن پلي گريجوئيشن چو نہ ڪري وينو هجي، پر ان کي هڪ اڻ پڙهيل بہ ڦري ويندو آهي ۽ ساڳيءَ ريت ان ٻار بابت جيڪو جوان ٿي چڪو هوندو آهي، هڪ ٻي راءِ بہ جُڙندي آهي. "هيءُ ٻار نياڻين جهڙو پٽ آهي ۽ ان کي ايئن ڪرڻ ۾ سچو والدين جو قصور آهي، چاڪاڻ تہ سندس والدين کيس دنيا ۾ اُٿڻ ويهڻ نہ سيکاريو دنيا جي چالاڪين کان واقف نہ ڪيو." اها راءِ ڏيندڙن جي نظر ۾ ٻار جي ڀلائي يا بهتري ان ۾ آهي تہ ٻار کي پنهنجن پيرن تي

بيهڻ لاءِ چڏجي، پلي تہ دنيا جا ڏڪا ڪائي. هڪ ٻار ڏانهن اهي ٻئي رويا هڪٻئي جي بلڪل اُبتڙ آهن پر ٻنهي روين جو محرڪ ساڳيو ئي آهي، يعني ٻار جي ڀلائي.

پروڊيڪس مختلف ديوتائن جي شروعات بابت بہ ڳالهايو آهي، اهو مذهبي فلسفي (Philosophy of Religion) جي دائري ۾ اچي ٿو. منهنجي خيال ۾ هن جو سڀ کان وڏيڪ اهم ڪم بہ اهو آهي تہ ڪيس ان ڪم جي قيمت بہ ڪم جي حساب سان ڏيڻي پئي، چاڪاڻ تہ ديوتائن سان ڇيڙ ڇاڙ ڪئي هئائين. پروڊيڪس جي ديوتائن جي ڳُجھہ ۾ هٿ وجهڻ واري ڳالھہ اٿينس جي ماڻهن کي پسند نہ آئي. اٿينس جي ماڻهن هن تي نوجوانن کي خراب ڪرڻ جو مقدمو هلايو جنهن ۾ ڪيس موت جي سزا آئي.

هن چيو تہ انسان شروع ۾ انهن شين جي پوڄا ڪئي، جيڪي انسان جي بقا لاءِ تمام ضروري هيون. سُج، برسات، ندي وغيره. شروع شروع ۾ زمين کي آباد ڪرڻ جو واحد ذريعو برساتون هيون. اڄ جي دؤر ۾ برسات کي نعمت چيو وڃي ٿو تڏهن خدا ليکي ويندي هئي ۽ سج شروعات ۾ رات جي اونداهيءَ ۾ خوفناڪ جانورن جي حملن کان بچاءَ جو واحد ذريعو هو ۽ آهستي آهستي جڏهن انسان جو شعور وڌيو تيئن سج تندرستيءَ جو پڻ ديوتا ٿي ويو جيئن هندستاني ڏند ڪٿا ۾ شروعاتي دؤر ۾ سوريا ديوتا فقط روشنيءَ جو ديوتا هو پر پوءِ اهو تندرستيءَ جو پڻ ديوتا ٿي پيو. آڳاٽي دؤر ۾ تمام گهڻي وقت تائين صاف پاڻيءَ جو واحد ذريعو فقط نديون هيون. منهنجي خيال ۾ جل پوڄا يعني پاڻي پوڄا جو تصور بہ تمام گهڻو پراڻو آهي. هينئر ماهر آرڪيالاجي پاران جيڪا کوٽائي ڪئي وئي آهي، ان ۾ هزارين سال اڳ عورتن جون تمام پراڻيون مورتيون لڌيون ويون آهن يا ايئن کڻي چئجي تہ اهي مادري آهن. اِن جو هڪ سبب تہ اهو آهي تہ اهي مادري سماج جي دؤر سان تعلق رکن ٿيون. پر ٻيو سبب (تي سگهي ٿو تہ اهو سبب مادري سماج جو بنياد پڻ هجي) اهو بہ آهي تہ تنهن دؤر ۾ نسل کي وڌائڻ جو واحد ذريعو عورت سمجهي ويندي هئي ۽ اهو سمجهيو ويندو هو تہ عورت اڪيلي سر ٻار پيدا ڪري ٿي. انسان جي بقا لاءِ نسل وڌائڻ سڀ کان ضروري آهي، تنهن ڪري پهرين پوڄا عورت جي ڪئي ويندي هئي، پر جيئن انسان کي خبر پئي تہ ٻار پيدا ڪرڻ ۾ مرد جو بہ هٿ آهي تہ ان کان پوءِ عورت جي اهميت گهٽجي وئي. جڏهن ذاتي ملڪيت جو تصور آيو تڏهن عورت جي باقي اهميت بہ گهٽجي وئي ۽ سندس حيثيت وڃي غلام واري بيٺي.

# سُقراط (Socrates)

اٿينس جي شهر ۾ هڪ مجسمي ساز سوفرونسڪس (Sophroniscus) جي گهر واريءَ فيانئريٽي[1] 469 ق. م ۾ هڪ ٻار کي جنم ڏنو. ڪوبہ ان ڳالهہ کان واقف نہ هو ماڻس، نہ پڻس، نہ ئي اٿينس وارا، خود زيوس ديوتا بہ واقف نہ هو تہ اهو ٻار وڏو ٿي اهو ڪجهہ ڪندو جو ڪيس اولمپس (Olympus) جبل تي رهندڙ ٻارنهن اولمپيائي ديوتائن ۾ ديوين کان بہ وڌيڪ سچاتو ۽ ياد ڪيو ويندو. دائيءَ پنهنجي ٻار جو نالو رکيو ساڪريٽس (Socrates)، جيڪو نالو تاريخ جي مختلف دؤرن مان گذرندو ۽ مختلف ٻولين مان ترجمو ٿيندو هندستان ۾ سُقراط ٿي پيو. اها خبر نہ آهي تہ سُقراط جو ٻالڪپڻو ڪيئن گذريو پر ڇيو وڃي ٿو تہ هن پڻس کان مجسمہ سازيءَ جو هُنر سکيو ۽ ساڻس گڏ اگورا جي مندر ۾ پڻ ڪم ڪيو.

سُقراط جون جيڪي ٿي ڳالهيون تمام گهڻيون مشهور ٿيون، تن مان هڪ سندس زندگي گذارڻ جو خاص ڍنگ هو. اهو هو سادگيءَ ۽ غربت سان زندگي گذارڻ. يعني پئسا ڪمائڻ جا موقعا هوندي بہ پاڻ فيصلو ڪري غربت سان زندگي گذارڻ. هونئن تہ دنيا جي تمام وڏي گهڻائيءَ جي زندگي غربت ۽ سادگيءَ سان گُذري ٿي، پر افسوس تہ اهي ماڻهو پنهنجي زندگيءَ تي سوچ ويچار ڪري نہ ٿا گذارين، پر سماج انهن کي اهڙي زندگي گذارڻ تي مجبور ڪري ٿو. سقراط جي اڳيان جسماني ناهہ نوهہ بي معنيٰ ۽ فضول هئي ۽ پئسن ناهڻ جي ڊوڙ وقت جي زيان کان وڌيڪ ڪجهہ نہ هئي. سقراط جي زندگي گذارڻ وارو انوکو انداز ايترو تہ

[1] جنئين جو پيشو دائپ هو.

مشهور ٿيو جو هاڻ ڪنهن بہ فلسفيءَ کي تصور ڪري ڏسجي ٿو تہ اهو اسان جي اڳيان اهڙي ماڻهوءَ طور سامهون اچي ٿو جيڪو جسماني ناهہ نوهہ ۽ پئسي سان ڪوبہ لڳاءُ نہ ٿو رکي، جنهن جي اڳيان جسماني تندرستي ۽ سونهن غير اهم آهن، ذهني تندرستي، خيالن ۽ تصورن جي سونهن ۽ ڏاهپ جي روشني اهم آهي. ٿاليس سان سندس پئسا نہ ڪمائڻ واري طبيعت جي ڪري ڪيترين نہ تعديون ٿيون، پر ٿاليس آڪاس جي علم کي استعمال ڪري زيتون جو تيل ڪيندڙ گهاڻن کي مسواڙ تي کڻي، ثابت ڪري پنهنجي جند ڇڏائي تہ فلسفي ڪمائڻ چاهين تہ گهڻن کان وڌيڪ پئسا ڪمائي سگهن ٿا. سقراط جو چوڻ هو تہ: "ڪي ماڻهو جيئندا آهن کائڻ لاءِ ۽ ڪي کائيندا آهن جيئڻ لاءِ، آءٌ پوين مان آهيان."

سقراط جي دؤر ۾ سوفسطائي پئسا وٺي تعليم ڏئي اميراڻي زندگي گذاريندا هئا، پر سقراط پئسا نہ وٺندو هو. هن پنهنجي مقدمي ۾ ان ڳالهہ جو ذڪر ڪيو آهي تہ: "ڪيئن نہ هن عوام جي پئسي کي بچائيندي پاڻ کي غربت ۾ رکي شهرين جي خدمت ڪئي." وڌيڪ چيائين تہ: "مون پئسن گڏ ڪرڻ ۽ ملڪيت کي ڪڏهن بہ اهميت ناهي ڏني، جيڪا ڪيترن ئي ماڻهن لاءِ اهم آهي، ان پئسي گڏ ڪرڻ لاءِ اجائي ڊوڙ کان وڌيڪ عظيم ڪم شهرين کي ڏاهپ ۽ سُڄاڻيءَ لاءِ اتساهڻ آهي."

سقراط جي جائيداد جو اندازو ان ڳالهہ مان بہ لڳائي سگهجي ٿو تہ جڏهن سندس مٿان مقدمو هلي رهيو هو تڏهن سندس ڪل جائيداد جي قيمت تقريباً پنج مناز (Minas) هئي. هڪ منا (Mina) تقريباً هڪ پائونڊ چانديءَ جي برابر هو ۽ پنجن مناز جي ماليت تنهن حساب سان تقريباً چار ڪلوگرام چانديءَ جي برابر ٿيندي. جيتوڻيڪ انهيءَ وقت جي حساب سان اها ملڪيت تمام گهٽ هئي، پر پوءِ بہ سقراط پاڻ کي امير سمجهندو هو.

سقراط اٿينس شهر جي گهٽين ۾ پيرين اُگهاڙي هلندو هو. اٿينس جي موسم جي حساب سان جتي سياري ۾ سڀ ماڻهو ڪوٽ پائيندا هئا، اتي سقراط ڪوٽ پائڻ کانسواءِ پيو هلندو هو. سقراط کي پيرين اُگهاڙي هلڻ ۽ ڪوٽ نہ پائڻ جا ڪيترائي دفعا طعنا مليا.

هڪ دفعي هڪ سوفسطائي نالي اينٽي فون (Antiphone) سقراط کي چيو تہ: "تنهنجي فلسفي جو قَلُ ذڪ، غريباڻي غذا ۽ سادو شراب آهي ۽ اونهاري ۽ سياري لاءِ غريباڻو جبو آهي ۽ نہ جوتو اٿئي ۽ نہ ئي ڪوٽ. اهو سڀ ان ڪري آهي جو تون پئسا نہ ٿو وٺين، جن جو مزو ئي بيو آهي ۽ پئسو ماڻهوءَ کي وڌيڪ خود مختيار

ڪندو آهي.“ اينٽي فون وڌيڪ چيو ته: ”شاگرد استاد جي نقشِ قدم تي هلندا آهن. تنهن ڪري تون ڏک ۾ تڪليف جو استاد آهين.“

سقراط وراڻي ڏيندي جواب ڏنو ته. ”اينٽي فون! توکي لڳي ٿو ته آءٌ مفلسيءَ واري زندگي گذاري رهيو آهيان. آءٌ سمجهان ٿو ته تون مون جهڙي زندگيءَ ڪان موت کي ترجيح ڏيندين. اچ ته ڏسون ته تو ڪهڙي ڏکيائي منهنجي زندگيءَ ۾ ڏٺي آهي؟ ڇا اها هيءَ آهي ته پيا پئسا وٺن ٿا، آئون پئسا نه ٿو وٺان؟ پيا پئسا وٺڻ جي ڪري ان ڪم جا پابند آهن، جنهن ڪم لاءِ انهن پئسا ورتا آهن. جڏهن ته مون پئسن وٺڻ ڪان انڪار ڪيو آهي، تنهن ڪري پنهنجي خواهش مطابق ڳالهائي سگهان ٿو ڪنهن جي بار هيٺان دٻيل ناهيان. تون منهنجي غذا کي غريباڻي غذا ان ڪري چوين ٿو ڇاڪاڻ ته اها تو واري غذا وانگر مڪمل نه آهي ۽ اها گهٽ قوت بخش آهي يا منهنجا طعام تو وارن چٽپٽن ۽ مهانگن طعامن جي ڀيٽ ۾ گهٽ لذيذ آهن. توکي خبر آهي، ته بک ڪانسواءِ کاڌي کائڻ جو مزو ۽ شراب جي خواهش ڪان سواءِ پيئڻ جو مزو ناهي ٿيندو. توکي خبر آهي ته جبا موسم جي لحاظ ڪان تبديل ٿيندا رهندا آهن، جو تا هلڻ ۾ تڪليف ۽ ڏکيائين ڪان بچڻ لاءِ پاتا وڃن ٿا. ڇا تو مون کي ٿڌ ۾ ٻين ڪان وڌيڪ گهر اندر ڏٺو آهي يا گرميءَ ۾ ڇانوَ لاءِ ڪنهن ماڻهوءَ سان وڙهندي ڏٺو آهي يا ڪنهن به هنڌ اُگهاڙن پيرن ڪري پاڻ روڪيندي ۽ بهانا ڪندي ڏٺو آهي؟ ڇا توکي خبر نه آهي ته ڪو ڪمزور مشق وسيلي وڌيڪ ٻيهڻ جي سگهه حاصل ڪري سگهي ٿو بنسبت ان ماڻهوءَ جي، جيڪو تندرست هوندي به مشق نه ٿو ڪري؟ ڏس ته آءٌ هميشه پنهنجي جسم جي مشق ڪندو رهان ٿو ۽ ڇا تون نه ٿو سمجهين ته آءٌ توکان وڌيڪ ٻيهي سگهان ٿو؟ اهو ڏس ته پيٽ، ننڊ ۽ مزي جو غلام ٿيڻ کان پاڻ کي روڪڻ، ٻين جي مزن کي ڦٻائڻ ڪان وڌيڪ خوشي ڏيندڙ ۽ دائمي فائدن جي اُميد اُڀاريندڙ نه آهي؟“

سقراط وڌيڪ چيو ته: ”جيڪڏهن دوستن يا شهر کي مدد جي ضرورت پوي ته هنن ٻن مان ڪير وڌيڪ آسانيءَ سان سندن ڪم ايندو؟ اهو جيڪو مون جهڙي زندگي گذاري ٿو يا اهو جنهن کي تون چوين ٿو ته خوشيءَ واري زندگي گذاري رهيو آهي؟ ڪهڙو سپاهي بهتر نموني فرض سرانجام ڏئي سگهندو؟ اهو جيڪو مهانگي کاڌي ڪان سواءِ جي نه ٿو سگهي يا اهو جيڪو جيڪي ڪجهه ملي ان تي صبر ڪري؟ ڪير ٻيهرين هار ميڄيندو؟ اهو جيڪو مشڪلاتن سان منهن ڏيندڙ آهي يا اهو جيڪو هٿ ۾ اٽس؟“

”اينٽي فون! توکي لڳي ٿو تہ خوشي- آسائش ۽ فضول خرچيءَ ۾ آهي، پر منهنجي خيال مطابق، خواهش جو غلام نہ هجڻ وارو شخص مقدس آهي ۽ جيڪو مقدس آهي، اهو عظيم آهي، تنهن ڪري اهو فطرت جي ويجهو آهي، عظمت جي ويجهو آهي.“

سقراط جي متين ڳالهہ مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ سقراط پنهنجي سادگي ۽ غربت واري زندگيءَ تي فخر ڪندو هو نہ ڪي ان تي شرمندو هو. سقراط ڪي ڪيترائي پيرا پئسن ۽ ٻين شين لاءِ آڇون ٿيون، پر سقراط جو هميشہ ساڳيو جواب هو تہ، ”بابا نہ.“ سقراط کي هڪ دفعي هڪ شخص ڪامنائيس غلام ڏيڻ جي آڇ ڪئي تہ جيئن سقراط ان مان ڪجهہ پئسا ڪمائي سگهي. سقراط غلام وٺڻ کان انڪار ڪيو. واقعي بہ سقراط ڪيئن ٿو غلام وٺي سگهي؟ سقراط اهو ماڻهو هو جنهن هڪ دفعي جڏهن پلوپونيز جنگ دوران ايلس رياست جي تباهي دؤران فيادو جهلجي پيو. ڪيس غلام بڻايو ويو. تڏهن سقراط السيبائيڊس ۽ ڪرائٽو کي سندس دوستن سميت فيادو کان آزاد ڪرائڻ لاءِ ڏنڊ ڀرڻ تي راضي ڪيو.

السيبائيڊس هڪ دفعي سقراط کي گهر اڏڻ لاءِ تمام وڏي پلاٽ ڏيڻ جي آڇ ڪئي، پر سقراط وراڻيو تہ، ”فرض ڪر تہ مون کي هڪڙي جوتن جي جوڙي گهرجي ۽ تون جوتن جي جوڙيءَ لاءِ مون کي وڏي جانور جي کل آڇين تہ ڇا اها کل کڻڻ مون لاءِ قابلِ مذاق نہ هوندي؟“

سقراط کي جيڪڏهن ڪو ماڻهو اناج يا شراب موڪليندو هو تہ سقراط ان مان ڪجهہ کڻي ٻيو واپس موٽائي ڇڏيندو هو.

سقراط جي جسماني سگهہ يا برداشت جي قوت ڦهر جي هئي. ڊائيوجينس سقراط جي زندگيءَ بابت لکي ٿو تہ: ”سقراط جي زندگي باترتيب هئي، ڪيترائي دفعا ايئن ٿيو جو اٿينس ۾ بيماريءَ جي وبا ڦهلي (ياد رهي تہ 429 ق. م ۾ اٿينس ۾ پليگ جي وبا ڦهلي، جنهن ۾ بي انتها شهري مري ويا) پر هيءُ واحد ماڻهو هو جنهن تي ان جو ڪوبہ اثر نہ ٿيندو هو.“

سقراط لاءِ اهو بہ مشهور آهي تہ هو وڏو پياڪ هو. افلاطون هڪ هنڌ مذاڪري (Symposioum) ۾ لکي ٿو تہ سقراط رات جي دعوتن ۾ عام طرح شريڪ ٿيندو هو ۽ دعوت ۾ ٻيا ڪيترو ڪائين ۽ ڪيترو پيئن ٿا، سقراط ان جو خيال نہ ڪندو هو. سقراط جا دوست دعوت ۾ شراب پيئڻ يا نہ پيئڻ جي فيصلي ۾ سقراط کي نہ ڳڻيندا هئا، ڇاڪاڻ تہ سقراط دوستن جي گڏيل فيصلي کي قبول ڪندو هو. هڪ دفعي دوستن هڪ رات اڳ شراب پيتل هجڻ ڪري شراب نہ پيئڻ جو فيصلو

ڪيو پر دعوت ۾ اوچتو السيبائيڊس (Alcibadas) اچي ويو. پاڻ اڳيئي شراب پي آيو هو. السيبائيڊس (جيڪو هاڪارو فوجي ڪمانڊر هو ۽ هڪ دفعي جنگ دوران سقراط سندس زندگي بچائي) پنهنجي طرفان شراب جي پارٽيءَ جي دعوت ڏنائين ۽ پنهنجي اڳيان اڌ گيلن واري بوتل رکيائين ۽ ساقيءَ کي چيائين تہ اهڙي بوتل سقراط اڳيان بہ رک. السيبائيڊس ان ڳالهہ کان چڱيءَ طرح واقف هو تہ شراب جو ٿورو مقدار سقراط کي ڪجھہ بہ نہ ڪندو هو. سقراط سامهون رکيل پيالو پيئڻ شروع ڪري ڇڏيو جيئن ئي سقراط پيالو خالي ڪيو تہ پارٽي شروع ٿي ويئي، سڄي رات سيئي شراب پيئندا رهيا، باک ڦُٽيءَ مهل ٻيا سڀ بي هوش ٿي ويا، سواءِ مذاح ۽ ڏک جي وڏي ليکڪ ارسٽوفينز (Aristophanes) (380_448 ق. م)، اگاٿون (Agathon) ۽ سقراط جي، پر هي همراهہ اڃا پيالو ڦيرائي رهيا هئا، نيٺ گاٿون کان پوءِ ارسٽوفينز بہ هار مڃي ۽ سمهي پيو سقراط سيني کي سڌو ليٽائي سمهاري اُٿيو ۽ وهنجي بازار هليو ويو ۽ سڄو ڏينهن حسبِ دستور گذاري شام جو گهر موٽيو.

ان مان پاڻ اندازو لڳائي سگهون ٿا تہ سقراط جي برداشت جي قوت ڪيتري هئي. سقراط جي برداشت جي قوت جو اندازو اسان کي هيٺين واقعن ۾ ملندو.

سقراط جي پهرين زال جو نالو زين ٿي پي (Xenthape) هو ٻيءَ جو نالو ميرتو (Myrto) هو جنهن سان وڏي عمر ۾ وڌيڪ ٻار پيدا ڪرڻ لاءِ شادي ڪيائين. چاڪاڻ تہ اٿينس جي حڪومت پليگ جي بيماريءَ ڪري بي انتها ماڻهو مرڻ ڪري وڌيڪ ٻار پيدا ڪرڻ جو حڪم ڪيو هو. ميرتو مان کيس بہ پٽ (Memexenus) ۽ (Sophronicus) هئا. سقراط جي پهرين گهر واري زين ٿي پي کي دنيا جي پهريون نمبر بدمزاج ترين عورت چيو ويجي ٿو.

هڪ دفعي زين ٿي پي سقراط کي انتهائي چڙ ڏيندڙ انداز ۾ طعنا ڏيندي چيو تہ "تون سُست ۽ ڪاهل آهين." ۽ کيس ٻيو بہ گهڻو ڪجھہ ڳالهايائين. پر زين ٿي پي جي ڪاوڙ سقراط تي ذري برابر بہ اثر نہ ڪيو. ان تي زين ٿي پي ڪاوڙ ۾ ڳاڙهي ٿي ويئي ۽ سقراط مٿان پاڻيءَ جي بالٽي هاري سقراط کي پُسائي ڇڏيائين. سقراط ان حرڪت تي ڪاوڙجڻ بدران مرڪندي چيو تہ "مون توکي نہ چيو هو تہ تنهنجي گجگوڙ (ڪاوڙ) برسات ۾ ئي تڏي ٿيندي"

هڪ دفعي سقراط سندس دوست السيبائيڊز کي جواب ڏيندي چيو تہ مون کي ان چيڙاڪ جي استعمال ۽ سندس قائدن جي خبر آهي. "السيبائيڊز! توکي بدڪ جو آواز تنگ ڪندو آهي."

السيبائيبز وراڻيو ”نہ! چو تہ بدڪ مون کي بيضا ۽ بچا بہ تہ ڏيندي آهي.“
سقراط چيو تہ ”۽ زين ٿي پي منهنجي ٻارن جي ماءُ آهي.“
هڪ دفعي جڏهن سقراط اجا بازار ۾ هو تڏهن زين ٿي پي سقراط کي واپس گهر وڃي وٺڻ لاءِ بازار ۾ آئي، نہ ڪا ڪيائين هم نہ ڪا ڪيائين تم. وڃي سڌو سقراط کي سندس جُبي مان پڪڙي جهليائين. ان ۾ سقراط جو جبو ڦاٽي پيو. ان وقت سقراط جي واقفڪارن سُقراط کي سندس زال کي مار ڏيڻ لاءِ چيو. سقراط جواب ۾ وراڻيو ”ها، زيوس جو قسم! اها صلاح توهان ان ڪري ڏيو ٿا جو جڏهن اسان لتن ۽ مُڪن سان هڪٻئي کي شروع هجون تہ توهان مان هرهڪ چوي تہ سقراط! تو لاءِ سٺو ڪم اهو ئي آهي، زين ٿي پي! تون سقراط کي واپس گهر وٺي وڃڻ جو طريقو ڄاڻين ٿي.“ هن وڌيڪ چيو تہ ”آءُ اهڙيءَ عورت سان ايئن رهان ٿو جيئن هڪ گهوڙي سوار انتهائي ڪاري گهوڙي سان رهي، جيئن ئي اهو ڪاري گهوڙي تي فتح حاصل ڪندو تہ پوءِ ٻين گهوڙن تي آسانيءَ سان قابو پائي ويندو تنهن ڪري مون زين ٿي پي جي محبت ۾ سڄي انسانذات سان هلڻ جو طريقو سکيو آهي.“
سقراط پنهنجو پاڻ کي سُٺين ۽ پُرڪشش شين کان پري رکڻ جي تربيت ڏني، پر اهو واضح رهي تہ سقراط سُٺين ۽ پُرڪشش شين کان نفرت نہ ڪئي.
سقراط جي ٻي ڳالهہ جيڪا گهڻي مشهور ٿي، اها هئي سندس سوال پڇڻ وارو طريقو. سقراط اڳيان جي ڪير بہ ڳالهائيندو هو اهو ڀلي سُقراط کان علم ۾ گهٽ هجي، پر سُقراط ان کي انتهائي غور سان ٻُڌندو هو ۽ پوءِ ان جي ڪيل ڳالهين مان سوال پڇندو هو. سامهون واري جي ڳالهہ کي انتهائي گهرائيءَ سان سمجهڻ چاهيندو هو. سُقراط ڳالهہ کي سمجهڻ لاءِ مخالف دليل سوال طور سامهون واري جي اڳيان رکندو هو. ڪڏهن ڪڏهن تہ ڳالهہ ان حد تي وڃي پهچندي هئي جو سامهون وارو ڪاوڙجي پوندو هو پر سُقراط انتهائي صبر ۽ تحمل سان، پنهنجن جذبن کي پاڻ تي حاوي ٿيڻ نہ ڏيندي، سوال جاري رکندو هو. گهڻا ئي دفعا ايئن ٿيو جو سامهون وارا ڪاوڙ ۾ ڳاڙها ٿي سُقراط جا ڪپڙا ڦاڙي ڇڏيندا هئا ۽ لتن ۽ مُڪن سان شروع ٿي ويندا هئا، پر سُقراط ان سڄي ماجرا کي اهميت نہ ڏيندو هو فقط وراڻيءَ ۾ چوندو هو: ”جيڪڏهن ڪنهن گڏهہ مون کي لت هنئي آهي تہ ڇا مون کي ان گڏهہ کي ڪورٽ ۾ وٺي وڃڻ گهرجي ۽ ان تي مقدمو داخل ڪرڻ گهرجي، عرض ڪرڻ گهرجي تہ ڪورٽ سڳوري! مهرباني ڪري هن گڏهہ کي سزا ڏيو ڇاڪاڻ تہ هن مون کي لت هنئي آهي؟“

سُقراط اشرافيہ طبقي بدران انتهائي غريب ماڻهن سان بحث مباحثا ڪندو هو جڏهن اهي رياست ۽ ان جي فرضن بابت سوال پڇندا هئا تہ سُقراط انهن کي ٻڌائيندو هو. سُقراط جي اها ئي ڳالهہ اشرافيہ طبقي کي تمام گهڻي ڏکي لڳندي هئي. ڇاڪاڻ تہ اشرافيہ طبقو سمجهندو هو تہ علم اسان وٽ آهي، انهن موضوعن تي هڪ لوهار يا واڍي کي ڳالهائڻ جو ڪوبہ حق ڪونهي. سقراط جو چوڻ هو تہ ماڻهو صحيح علم تائين پهچي سگهي ٿو پر رڳو ماڻهن کي صحيح طريقو اچي. سُقراط چوندو هو تہ مون کي ۽ منهنجي ماءُ کي دائپ جو فن خدا ڏنو آهي. منهنجي ماءُ ٻارن جي دائپ ڪري ٿي، جڏهن تہ آءٌ علم جي دائپ ڪريان ٿو.“

سُقراط پنهنجي دفاع ۾ ڪيل تقرير ۾ چيو تہ هڪ دفعي آءٌ جڏهن ڊيلفي مندر وٽان لنگهي رهيو هئس، تڏهن مون کي غيبي آواز ٻڌڻ ۾ آيو. غيبي آواز هو تہ: ”يونان جا ڏاها! ڪيڏانهن پيو وڃين؟“ مون لوٽو ورائي هيڏانهن هوڏانهن ڏٺو پر مون کي ڪير بہ نظر نہ آيو. وري آواز ٿيو تہ: ”اي يونان جا ڏاها! ڪيڏانهن پيو وڃين؟“ جنهن تي مون وراڻيو ”هتي ڪوبہ ڏاهو ڪونهي.“ وري غيبي آواز آيو تہ، ”اي يونان جا ڏاها سُقراط! تون ڪيڏانهن پيو وڃين؟“ جنهن تي مون وراڻيو تہ: ”آءٌ ڏاهو ٻاهو ناهيان، پر فقط هڪڙي شيءِ جي مون کي خبر آهي، اها هيءَ تہ مان ڪجهہ نہ ٿو ڄاڻان.“ “One thing that I know that I don’t know”

سُقراط پنهنجي دفاع ۾ ڪيل تقرير ۾ وڌيڪ چيو تہ: ”تہ پوءِ آءٌ ان ڳالهہ جي تصديق ڪرڻ لاءِ انهن وٽ ويس، جيڪي وڌيڪ ڏاها هئا. آءٌ سياستدانن، شاعرن ۽ فنڪارن وٽ ويس، جن پاڻ کي ڏاهو ظاهر ڪيو ٿي. مون انهن کان سوال پڇيا، پر انهن منهنجن سوالن جا جواب نہ ڏنا. انهن مان مون کي خبر پئي تہ اهي پنهنجي پاڻ کي ظاهر تہ ڏاهو ڪن ٿا، پر ڪين سندن اڻڄاڻائيءَ جي بہ خبر نہ آهي ۽ ان ڳالهہ ۾ آءٌ انهن کان وڌيڪ ڄاڻو آهيان.“

سُقراط انهيءَ ڳالهہ جي ڪري فلسفي جي دائري ۾ اچي ٿو. سُقراط جو ايئن چوڻ تہ آءٌ هڪ ڳالهہ ڄاڻان ٿو ۽ اها ڳالهہ هيءَ تہ آءٌ نٿو ڄاڻان. ان ڳالهہ کي بهتر نموني سمجهڻ لاءِ، اسان لاءِ ضروري آهي تہ سُقراط جنهن ماحول ۾ هو ان کي بحث هيٺ آڻيون ۽ سُقراط جي اڳيان ڪهڙا خطرا هئا. انهن کي بہ سامهون رکون. سُقراط جي پرمينائيڊز ۽ زينو آف ايليا سان نوجوانيءَ ۾ ملاقات ٿي، جنهن جو ذڪر افلاطون ڪيو آهي ۽ ايئن سندس ايگزاگورس سان بہ ملاقات ٿي يا نہ، ان بابت تاريخ ۾ ڪابہ وضاحت ڪانهي، پر ايگزاگورس جي نظريي کان سُقراط واقف هو ۽ ان جو دليل هيءُ آهي تہ سُقراط کي مقدمي دوران فريادين الزام هڻندي چيو تہ، ”هيءُ

(سُقراط) سج ۽ چنڊ (جن کي ديوتا تصور ڪيو ويندو هو) کي چوي ٿو تہ اهي باهہ جا ٻرندڙ پٿر آهن.“ تنهن تي سُقراط وراڻيو تہ، ”جيڪڏهن توهان مونکي ان ڪري ڪورٽ ۾ گهرايو آهي تہ آءٌ چوان ٿو تہ سج ۽ چنڊ باهہ جا ٻرندڙ پٿر آهن تہ پوءِ اهو مقدمو ايگزاگورس تي هلڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ ايگزاگورس پنهنجي ڪتاب ”فطرت“ ۾ چيو آهي، مون تہ فقط ورجايو آهي.“

واضح رهي تہ ايگزاگورس جڏهن گذاري ويو تڏهن سُقراط 41 سالن جو هو. پروٽا گورس 63 ورهين جو ۽ جارجيس ۽ هيپيئس 62 ورهين جا هئا. پروڊيڪس ان وقت اڃا مشهور مس ٿيو هو.

سُقراط انهيءَ ساڳئي دؤر ۾ رهندو هو جنهن دؤر ۾ سوفسطائي رجحان پنهنجي ڦوهہ جوانيءَ ۾ هو. سوفسطائين چيو تہ هر شيءِ جو پئمانو انسان آهي. هنن چيو تہ همت ۽ جرئت، ايمانداري ۽ سچائي، سُٺائي ۽ خرابي، نيڪي ۽ بدي وغيره جي عام يا آفاقي صفت يا معنيٰ جيڪا هر جاءِ قابلِ قبول هجي، نہ ٿي ٿئي. اهي سڀ وصفون ۽ معنائون ماڻهن تي دارومدار رکن ٿيون. ساڳئي عمل کي هڪ شخص سُٺو چوي ٿو ٻيو خراب چوي ٿو. سوفسطائين جي انهن ڳالهين اٿينس ۾ اخلاقي گهوٽالو پيدا ڪري ڇڏيو هو ڇاڪاڻ تہ هي پرچار ڪري رهيا هئا، تہ ڪنهن بہ شيءِ جي ڪابہ آفاقي يا عام وصف يا معنيٰ نہ ٿي ٿئي، پر اهو ماڻهن تي آهي تہ اهي ان کي ڪيئن ٿا بيان ڪن. ٻئي طرف سوفسطائين دعويٰ ڪئي تہ علم اسان وٽ آهي. سوفسطائي علمن جو دڪان کوليو ويٺا هئا، جتي علم آڪاس، دينيات، فلسفو سياست ۽ لسانيات وڪرن وانگر پيا هئا، خريدار تي دارومدار هو تہ اڃي ۽ پئسا ڏئي جيڪو وٺيس تهڙو وڪر وٺي. پلوپونيز جي جنگ ڪري ۽ پيريڪلز جي موت ڪري رياست گهوٽالي جو شڪار هئي.

سُقراط مٿئين ماحول ۾ وڏو ٿيو. سُقراط جارجيس ۽ پروٽا گورس سان مليو جنهن جو ذڪر افلاطون ”دي پروٽا گورس“ ۽ ”جارجيس“ ۾ ڪيو آهي. سُقراط ان ماحول کي چئلينج سمجهي ڪنيو. سُقراط پروٽا گورس جي هن ڳالهہ سان سهمت هو تہ، ”ماڻهو هر شيءِ جو پئمانو آهي.“ سقراط سوفسطائين جي ”اسان وٽ علم آهي“ واري دعويٰ کي ڪوڙو ثابت ڪرڻ لاءِ چيو تہ، ”آءٌ هڪ شيءِ ڄاڻان ٿو تہ آءٌ ڪجهہ بہ نہ ٿو ڄاڻان.“ سوفسطائين سڀ ڄاڻڻ جي دعويٰ ڪئي، سُقراط بلڪل انهن جي برخلاف چيو تہ آءٌ اڻ ڄاڻ آهيان. سوفسطائي ليڪچر ڏيڻ جا پئسا وٺندا هئا. سُقراط مفت ۾ ليڪچر ڏيندو هو. سوفسطائين جو چوڻ هو تہ همت ۽ جرئت، سچائي ۽ ايمانداري، صحيح ۽ غلط، بهتر يا بدتر لفظن جون آفاقي يا عام وصفون

نہ ٿينديون آهن. سُقراط جو سڄو زور انهن جي عام معنيٰ تي هو. سُقراط چيو تہ انهن لفظن جي عام معنيٰ يا وصف جي مون کي خبر نہ آهي، نہ ئي هيستائين جيڪي مون کي مليا آهن انهن کي خبر آهي، پر مون انهن لفظن جي عام معنيٰ تي پهچڻ جو رستو ڳولهي ورتو آهي. اسين سڀئي ڪوشش ڪريون تہ نيٺ وڃي منزل تي پهچنداسين. انهن لفظن جي عام معنيٰ يا وصف ڳولهڻ ممڪن آهي.

بحث کي اڳتي وڌائڻ کان پهرين اچو تہ اهو ڏسون تہ عام وصف يا معنيٰ جي اهميت ڪهڙي آهي؟ ڇاڪاڻ تہ هي لفظ رڳو لفظ ناهن. هر لفظ ڪنهن نہ ڪنهن عمل يا لقاءَ، انساني ڪيفيت يا ڪنهن شيءِ وغيره جي نمائندگي ڪندو آهي ۽ سوفسطائين يا پوءِ سُقراط جن لفظن تي بحث ڪيو ۽ انهن جي معنيٰ يا وصف تلاش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، اهي لفظ سماجي قدرن جي دائري ۾ اچن ٿا. فرض ڪريو "انصاف" جي باري ۾ چئجي تہ انصاف جي ڪابہ وصف ناهي، اهو هر هڪ ماڻهوءَ تي آهي، اهو ان جي ڪهڙي وصف وٺي ٿو تہ پوءِ عدالت جو نظام هلي ڪونہ سگهندو. جيڪڏهن ڪو شخص ڪنهن کي قتل ڪري اچي چوي تہ فلاڻيءَ ڳالهہ سبب اهو شخص مارڻ جي لائق هو مون ان کي قتل ڪري انصاف جو مانُ مٿانهون ڪيو آهي، هاڻ ڪير آهي جيڪو چوي تہ تو ڏوهہ ڪيو آهي، توکي اهو ڪنهن حق ڏنو آهي، جو تون ڪنهن ماڻهوءَ کي قتل ڪرين. ڇاڪاڻ تہ انصاف جي وصف تہ هر هڪ ماڻهوءَ تي دارومدار رکي ٿي تہ اهو ماڻهو ڇا کي انصاف ٿو چئي. جيڪڏهن ان مٿان ڪنهن عدالت ۾ ڪيس هلي تہ پوءِ جج وٽ انصاف جي معنيٰ هڪڙي، وڪيل وٽ ٻي، فرياديءَ وٽ ٽئين ۽ جوابدار وٽ چوٿين هوندي، هاڻ انصاف ٿئي تہ ڪيئن ٿئي؟ فيصلو نبري تہ ڪيئن نبري؟

پر اسين جنهن سماج ۾ اُٿون ويهون ٿا، ان ۾ انصاف جي عام وصف يا معنيٰ آهي، جنهن جي بنياد تي ماڻهو فيصلو ڪري ٿو. مٿين قسم جو جوابدار پلي ڪهڙيون بہ پيو پٽيون پڙهائي، پر قانون جي دائري اندر اچي سگهي ٿو وڏيڪ ڳالهين، دليلن، ثبوتن کان پوءِ خبر پوندي تہ ڏوهہ ٿيو آهي يا نہ. بي انصافي ٿي آهي يا نہ؟

اهڙا ئي لفظ آهن، ٻي معنيٰ ۾ عمل آهن، جيڪي سماجي قدر جوڙين ٿا. انهن لفظن ۾ اِنهن جي وصفن کي ڪيتري قدر قبول ڪيو وڃي ٿو جي بنياد تي اسان کي خبر پوي ٿي تہ سماجي قدرن جون پاڙون ڪيتريون گهريون آهن، ان جي مضبوطي ڪيتري آهي. انهن لفظن ۾ انهن جي وصفن ۽ معنائن جي بنياد تي

اسان سمجهي سگهون ٿا تہ اهي سماج کي ڪهڙي طرف وٺي ويندا، ترقيءَ طرف وٺي ويندا يا تباهيءَ طرف وٺي ويندا.

ان لفظ کي وڌيڪ سمجهڻ لاءِ اچو تہ هن مثال ذريعي سمجهون. "جمهوريت" لفظ جو استعمال اسان وٽ عام جام ٿئي ٿو. جمهوريت جي شروعات فنوشيا ۽ يونان مان ٿي. جمهوريت جي عام پر اٽڪل وصف هيءَ آهي تہ اڪثريت جي فيصلي کي جمهوري فيصلو چئجي ٿو. اڪثريت ۽ اقليت جو فيصلو ووٽن ذريعي ڪيو وڃي. يونانين وٽ جمهوريت جي وصف هيءَ هئي تہ شهرين جي ووٽن جي اڪثريت ذريعي ڪيل فيصلو جمهوري آهي يا اڪثريت جي راءِ سان آيل حڪومت جمهوري حڪومت آهي، پر غلام، ٻار، عورتون ۽ ٻاهرين علائقن مان لڏي آيل فرد- شهرين ۾ شامل نہ آهن ۽ شهرين جي اڪثريت ڪوبہ فيصلو ڪري سگهي ٿي.

اسان وٽ جمهوريت جي هڪڙي وصف هيءَ بہ آهي تہ اڪثريت جي ووٽ ذريعي ڪيل فيصلي کي جمهوري فيصلو يا اڪثريت جي ووٽ ذريعي آيل حڪومت کي جمهوري حڪومت چئجي ٿو، پر ان ۾ اسان جي بنيادي حقن جو تحفظ هجي. جمهوريت جي ٻي وصف هيءَ بہ آهي تہ اڪثريت جي ووٽ ذريعي ڪيل فيصلو يا آيل حڪومت کي جمهوري فيصلو يا حڪومت چئي سگهجي ٿو جڏهن تہ ان ۾ اسان جي بنيادي حقن سان گڏوگڏ ننڍي ۾ ننڍي اقليت جي حقن جو بہ تحفظ هجي. جمهوريت جي ترقي پسنديءَ جي خبر فقط لفظ مان نہ ٿي پوي، پر ان جو پتو ان جي وصفن مان بہ پوي ٿو.

هاڻ اسين سمجهي سگهون ٿا تہ لفظن جي معنائن يا وصفن تي ايترو بحث ڇو ٿيندو آيو آهي. سُقراط انهن لفظن جي عام وصفن تي انهيءَ ڪري لٺ کڻي بيهي رهيو. سُقراط چيو تہ آفاقي وصفن (عام وصفن) جي بنياد تي ئي ڪا شيءِ طئي ڪري سگهجي ٿي.

سُقراط جي هيءَ ڳالهہ تمام گهڻي مشهور آهي. سُقراط کي فلسفي جي دنيا ۾ انهيءَ ڳالهہ سان سڃاتو وڃي ٿو تہ: "نيڪي علم آهي" (Virtue is knowledge)

نيڪيءَ جو لفظ ساڳئي وقت اخلاقيات ۽ الهيات يا دينيات جي دائري ۾ اچي ٿو. سُقراط جي انهيءَ ڳالهہ تي فلسفي جي تاريخ لکندڙن ۾ تمام گهڻو ٽڪراءُ رهيو آهي، پر سڄو مسئلو ٻوليءَ جي ڪري آهي، جنهن جي صحيح استعمال لاءِ سُقراط سڄي عمر وڙهيو. پر اتفاق سان سندس سڀ کان اهم ۽ مشهور چوڻيءَ جو ترجمو سندس خيال جي نمائندگي نہ ٿو ڪري.

سُقراط يوناني ٻوليءَ ۾ لفظ "آرٽي" (Arete) کي استعمال ڪيو آهي ۽ ان جو ترجمو "نيڪي" (Virtue) ڪيو ويو آهي، پر ان لفظ جي معنيٰ "يوناني فيلسوف" جي ليکڪ W.K.C Guthrie پنهنجي ڪتاب جي صفحي نمبر 72_73 تي هيءَ ڏني آهي ته: "ڪنهن ڪم جي بنيادي ڄاڻ کي آرٽي چئبو آهي." هڪ موچيءَ جي آرٽي اها آهي ته ان کي خبر هجي ته جوتن جو استعمال ڇا آهي ۽ اهي ڪيئن ٺهندا آهن؟

W.G. De Burgh پنهنجي ڪتاب "The legacy of the Ancient world" جي صفحي نمبر 161 تي لکي ٿو ته: "آرٽي فقط فطرت طرفان يا قسمت طرفان مليل صلاحيت يا قابليت تي دارومدار نه ٿي رکي، جيئن گهڻي قدر ماڻهو سمجهن ٿا، پر ڪنهن طريقي يا نظريي تي هلي حاصل ڪيل صلاحيت يا قابليت کي آرٽي چئجي ٿو."

سُقراط وٽ علم جو مطلب هو ڪم ڪرڻ جي صلاحيت. جيڪو علم ڪم ڪرڻ جي صلاحيت پوري ڪري، اهو حقيقي علم آهي. گڏوگڏ صلاحيت فقط پيدائشي ڪانهي، پر اها حاصل ڪري سگهجي ٿي. سُقراط جو سڄو زور هن ڳالهه تي هو ته انسان جي آرٽي ڪهڙي آهي، جنهن لاءِ سُقراط چيو ته، "پنهنجو پاڻ کي ڄاڻو." (Know theyself). پنهنجو پاڻ کي ڄاڻڻ کانسواءِ انسان بيڪار آهي. اهو انسان جو اولين فرض آهي ته سندس ڪم ڪهڙو آهي. جيستائين ڪنهن کي اها خبر نه هوندي ته سندس ڪم ڪهڙو آهي، تيستائين جيڪو ڪندو اهو فضول هوندو تنهن ڪري انسان جو سڀ کان پهريون ڪم پنهنجو پاڻ کي ڄاڻڻ، پنهنجي ڪم کي ڄاڻڻ آهي.

سُقراط جا بحث تخريبي نه پر تعميري هئا. سُقراط سماجي قدرن جي وصفن بابت ڄاڻڻ چاهيو ٿي، توڻي جو ڪيس صحيح جواب نه ٿي مليو، پر پاڻ ايئن نه چيائين ته سماجي قدرن جون وصفون ئي ناهن. سُقراط کي يقين هو ته انهن جون آفاقي يا عام وصفون ضرور آهن ۽ انهن کي ڄاڻڻ کان پوءِ ڪير به غلط ڪم نه ڪندو. ماڻهو خراب ان ڪري ٿئي ٿو جو ڪيس اها خبر ڪانهي ته سندس ڪم ڪهڙو آهي؟ سُقراط بابت سڀ کان وڌيڪ لکندڙ زينوفون (تاريخدان 355_302 ق.م) ۽ ارسٽوفينز ۽ سُقراط جو شاگرد افلاطون هن ڳالهه تي سهمت آهن ته سُقراط انساني ورتائن / روين جي اخلاقيات تي زور ڏنو.

سُقراط پاڻ ڪا به شيءِ نه لکي. سُقراط بابت گهڻي کان گهڻو افلاطون، زينوفون ۽ ارسٽو فينز لکيو آهي.

سُقراط مذهب کي رياست ۽ سماج کان الڳ ڪرڻ چاهيو ٿي. يوناني ڏند ڪٿائن وارن ديوتائن جهڙا بداخلاق ديوتا شل ڪنهن ٻيءَ ڏند ڪٿا ۾ هجن. يوناني ڏند ڪٿا جي وڏي ديوتا زيوس پنهنجين ڀڦين، ڀڻ ڀينرن ۽ ستن ديوين سان شادي ڪئي ۽ ڪيترين ئي زميني عورتن سان پڻ تعلقات رکيا. حڪومت ڏيڻ يا نہ ڏيڻ جا اختيار ديوتائن جي حوالي هئا.

سُقراط چيو تہ اهو قبول ڪرڻ بيوقوفي چئبي تہ انسان سڀ معاملا خدا جي مدد کانسواءِ سمجهي سگهي ٿو پر اها پڻ بيوقوفي چئبي تہ خدا طرفان اجازت مليل معاملن ۾ ”پنهنجي اپياس وسيلي فيصلو ڪرڻ“ جي سگهہ هجڻ باوجود خدا کان رهنمائي وٺجي.

سُقراط جو چوڻ هو تہ سماج جا معاملا جنهن ۾ رياست بہ اچي وڃي ٿي، انهن جا فيصلا اسين عقل وسيلي ڪري سگهون ٿا، انهن ۾ خدا کان پڇڻ جي ضرورت ناهي. سُقراط جي اها ڳالهہ (جنهن ۾ پاڻ رياست بااختيار ٿئي پئي) رياست کي ڏاڍي ڏکي لڳي، ڇاڪاڻ تہ حڪمران پنهنجي پاڻ کي ديوتا جو اولاد ثابت ڪري يا ديوتا جي رضامنديءَ وارو ثابت ڪري عوام تي اهو واضح ڪري ڇڏيندا هئا تہ جي توهان اسان جي خلاف آهيو تہ توهان کي مقابلو اسان سان نہ پر ديوتا سان ڪرڻو پوندو. اسين جيڪو ڪجهہ آهيون، سو ديوتا جي ڪري آهيون.

اهي ڳالهيون ڪري عوام کي روحاني غلام بڻايو ويندو هو. غلاميءَ جي سڀ کان بدتر شڪل روحاني غلامي آهي. سُقراط عوام کي رياست جي معاملن ۾ روحاني غلاميءَ کان نجات ڏيارڻ چاهي ٿي.

ٻيو سُقراط چيو تہ جيڪا شيءِ، ڳالهہ يا عمل اسان لاءِ خراب آهي، اهو ديوتائن لاءِ ڪيئن صحيح ٿي سگهي ٿو؟ اصل ۾ سُقراط ديوتائن کي بہ اخلاقيات سيکاري رهيو هو. سُقراط هر شيءِ کي ضابطي هيٺ آڻڻ چاهيو ٿي، هر شيءِ کي تريب ڏيڻ چاهي ٿي. هن ڪائنات جي ترتيب بابت چيو ٿي تہ آفاقي ذهن (خدا) ڪائنات کي ترتيب ڏني آهي.

سُقراط جي وقت ۾ زيوس ديوتا کي سيني ديوتائن ۽ ماڻهن جو ابو نگهبان، روشني ۽ اوندهہ، هوا ۽ پاڻيءَ تي قادر ڪڪرن کي گڏ ڪندڙ زيوس جي پاءُ ۽ ڪرونس ديوتا ۽ ريائا ديويءَ جي پٽ پوزيڊون کي سمنڊن، دريائن، چشمن ۽ پاڻيءَ جو مکيہ ديوتا، ڌرتي ڌوڏيندڙ ۽ زلزلا آڻيندڙ زيوس ۽ پوزيڊون جي ڀاءُ هئڊيز کي ڪائنات جي ٽئين حصي جو مالڪ، پاتار جي دنيا جو ديوتا ۽ مئل دنيا جو بادشاهہ، زيوس جي ڀيڻ هيستيا ديويءَ کي چلهہ جي ديوي ۽ زيوس جي ڀيڻ ۽ زال

هيرا کي شاديءَ ۽ گهرو زندگيءَ جي ديوي، اپالو ديوتا کي ڊگهي ڄمار ڏيندڙ زيوس جي پٽ ايرز کي خوشحالي ۽ تباهي آڻيندڙ آرٽيمس ديويءَ کي عورتن کي اوچتو طبعي موت ڏيندڙ تصور ڪيو ويندو هو ۽ انهن کي پوڄيو ويندو هو. هر دؤر ۾ عقيدن بابت ماڻهن جا ٻه رويا موجود رهيا آهن. هڪ ڪمزور رويو ته ٻيو مضبوط رويو. هڪڙو رويو اهو آهي ته عقيدن کي سوچڻ، سمجهڻ، سوال ڪرڻ کان سواءِ يقين ڪرڻ ۽ ٻيو آهي ته عقيدن کي سوچ ويچار جي ڇنڻيءَ مان ڇڃائي ٻاهر ڪڍڻ.

سُقراط ته هر شخص کان سوال ڪندو هو. سُقراط جو ته خيال هو ته مرڻ کان پوءِ آءٌ مري ويل ڏاهن ماڻهن کان به سوال ڪندس. ديوتائن کان به، جي اهي مليا ته. سُقراط هنن عقيدن کي بغير سوال ڪرڻ جي، غور ويچار ڪرڻ جي، ڪيئن ٿو قبول ڪري سگهي؟ هن جي اڳيان ڪائنات جي ترتيب سوال هئي ته اها ڇو آهي ۽ رواجي عقيدا انهن سوالن جو جواب ڏيڻ بدران ان کي مُنجهائي رهيا هئا.

فرض ڪجي ته هڪ طرف زيوس جيڪڏهن ڪنهن علائقي کي پاڻي نه ٿو ڏيڻ چاهي، ڇاڪاڻ ته پاڻ پاڻيءَ تي قادر آهي، ڏي نه ڏي، وس وارو آهي، پر ٻئي طرف انهيءَ ساڳئي علائقي کي زيوس جو ڀاءُ پوزيڊون، جيڪو سمنڊن، دريائن، چشمن ۽ پاڻيءَ جو مکيه ديوتا آهي، پاڻي ڏيڻ چاهي ٿو ته آخر ڳالهه ڪنهن جي هلندي؟ ڇا ايئن ممڪن آهي ته ساڳئي علائقي ۾ پاڻي نه به هجي ۽ هجي به؟ يا فرض ڪجي ته ڪنهن عورت کي اپالو ديوتا ڊگهي ڄمار ڏيڻ چاهي ٿو پر ساڳيءَ عورت کي آرٽيمس ديوي، جيڪا عورتن کي اوچتو موت ڏيندڙ ديوي آهي، اها مارڻ چاهي ٿي ته هاڻ ڇا اهو ممڪن آهي ته ساڳيءَ عورت تي اپالو ۽ آرٽيمس جو اختيار هلي سگهي؟ جيڪڏهن هلي نه ٿو سگهي ته پوءِ انهن ديوتائن کي به ڪا شيءِ آهي، جيڪا ترتيب ڏئي رهي آهي، ضابطي هيٺ هلائي رهي آهي؟ جيڪڏهن ايئن نه آهي ته ڪونه ڪو اهڙو مثال ضرور ملڻ گهرجي، جنهن ۾ خشڪ سالي به هجي، زرخيزي به. عورت کي ڊگهي زندگي به هجي اوچتو تڪڙو موت به. پر اهڙو ڪوبه مثال نٿو ملي، تنهن ڪري ڪانه ڪا شيءِ ترتيب ڏئي رهي آهي. سُقراط چيو ته اها هڪڙي ئي شيءِ ٿي سگهي ٿي، جي به هجن ته جهيڙو ٿئي، ٽڪراءُ ٿئي، بي ضابطگي ٿئي، بي ترتيبي ٿئي، تنهن ڪري سُقراط هڪ خدا کي مڃيندڙ تصور ڪيو وڃي ٿو.

سُقراط جو هر ڪنهن کان سوال پڇڻ ۽ پاڻ کي ذهين تصور ڪندڙن کان سوال پڇڻ ۽ انهن کي وائکو ڪرڻ ته توهين ذهين نه آهيو. رياست کان ماڻهن کي روحاني غلام بڻائڻ وارو هٿيار کسڻ جي ڪوشش ڪرڻ ۽ ديوتائن کي اخلاقيات

جي دائري هيٺ آڻڻ ۽ سوفسطائين کي ثابت ڪرڻ ته توهان وٽ علم ڪونهي، پر افسوس جو توهان اڻ ڄاڻائيءَ ڪان به اڻ واقف آهيو! ثابت ڪري روزيءَ تي لت ڏيڻ ۽ سماج جي هيٺين طبقي کي رياست ۽ سياست جا معاملا سيکارڻ، اٿينس جي مستقل اقتدار رکندڙ طبقي ۽ مذهبي عقيدو رکندڙ گهٽائيءَ کي ڪاوڙائي وڌو هو. نيٺ 339 ق.م ۾ هڪ شاعر ميليطس (Meletus)، هڪ چمڙي رڱيندڙ اينيٽم (Anytum) ۽ هڪ مقرر لي ڪون (Lycon) ٽنهي پنج سئو ججن واري ڪورٽ ۾ سُقراط کي قومي خدائن خلاف ڳالهائڻ، نوان خدا ناهڻ ۽ نوجوانن کي ورغلائڻ جا الزام هڻندي فرياد داخل ڪيو. اهو پهريون دفعو سُقراط عدالت ۾ آيو. سُقراط اتي پنهنجو مؤقف رکيو. سُقراط جي مؤقف ڪانپوءِ 280 ججن سُقراط کي سزا ڏيڻ ۽ 220 ججن سُقراط کي الزامن کان آزاد ڪرڻ لاءِ ووٽ ڏنا. وري سزا تي بحث ٿيڻ ڪانپوءِ 380 ججن سُقراط کي 30 منائي ڏنڊ ۾ پرڻ ۽ آئينده انهن مسئلن تي نه ڳالهائڻ لاءِ ووٽ ڏنا ۽ 120 موت جي سزا لاءِ ووٽ ڏنا. سُقراط جا شاگرد افلاطون، زينوفون، ڪرائٽو ۽ ٻيا ڏنڊ پرڻ لاءِ تيار هئا، پر سُقراط جي ڳالهائڻ تي پابنديءَ لاءِ نه سُقراط تيار هو نه ئي سندس شاگرد.

نيٺ سُقراط کي زهر جو پيالو پيئڻ جي سزا ڏني وئي. سُقراط کي قيد خاني مان ڀڄائڻ لاءِ سندس شاگردن مڪمل بندوبست ڪيو پر سُقراط اهو چئي جواب ڏئي ڇڏيو ته "مون سڄي عمر قانون جي ڳالهه ڪئي آهي، مون هميشه چيو آهي ته انصاف کان وڌيڪ ڪا به شيءِ ناهي، هاڻي آءٌ قانون کان ڪيئن ٿو ڀڄي سگهان؟" سُقراط لاءِ اهو به مشهور آهي ته قيدخاني ۾ اٿينس جو حڪمران سُقراط سان ملڻ آيو ڪيس چيائين ته "سُقراط! آءٌ توکي آزاد ڪريان ٿو پر تنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾ اها ڳالهه طئي ٿئي، ته تون آئينده انهن مسئلن تي نه ڳالهائيندين. ان ڳالهه جي توکان ۽ مون کان سواءِ ڪنهن کي به خبر نه پوندي" سُقراط وراڻيو ته "يلا سُقراط کي خبر آهي ته سُقراط معاهدو ڪري آزاد پيو ٿئي؟" حڪمران سمجهي ويو ۽ واپس هليو ويو. سُقراط جي مقدمي ۽ قيدخاني جي سموري روئداد افلاطون "اپولاجي" ۽ "ڪرائٽو" ۾ لکي آهي. ڪرائٽو جو آخري سين لفظ به لفظ هيٺ پيش ڪجي ٿو:

"سُقراط وهنجي اچي ٿو ۽ پنهنجي زال ۽ ٻارن کي ڏسي ٿو ۽ هرهڪ سان ياڪر پائي ملي ٿو ۽ پوءِ انهن کي ٻاهر وڃڻ جو چوي ٿو. پوءِ سُقراط ۽ ڪرائٽو قيدخاني جي ٻئي حصي ۾ اچن ٿا، جتي ٻيا سندس انتظار ڪري رهيا آهن. سج جي روشني قيدخاني ۾ ايندي ٻُڏائي رهي آهي ته سج لهڻ وارو آهي. سُقراط وري

بستري تي ويهي ٿو. ٿوريءَ دير کانپوءِ جيل جو اٽينڊنٽ اچي ٿو ۽ سُقراط جي اڳيان بيهي ٿو.

جيل اٽينڊنٽ: ”سُقراط! آءٌ توکي خراب نہ ٿو چوان, جيئن آءٌ ٻين کي چوندو آهيان, جيڪي مون تي ڪاوڙجندا آهن ۽ مون کي گاريون ڏيندا آهن, جڏهن آءٌ حڪمرانن جي حڪم مطابق کين زهر پيئڻ لاءِ چوندو آهيان. آءٌ توکي سڃاڻان ٿو تہ تون هن وقت انهن جهڙو نہ آهين, تون هتي آيل سڀني کان وڏيڪ عظيم, بهادر ۽ سُٺو انسان آهين ۽ هاڻ بہ مون کي خبر آهي تہ تون مون تي نہ ڪاوڙجندين, پر اهي جن کي تون سڃاڻين ٿو اهي ذميوار آهن. توکي خبر آهي تہ آءٌ هاڻي ڪهڙي ڳالهہ چوڻ آيو آهيان, تنهن ڪري برداشت ڪر! جيترو تون برداشت ڪري سگهين, چڱو موڪلاڻي.“

جيل جو اٽينڊنٽ اوڇنگارن ۾ شروع ٿي وڃي ٿو. واپس مڙي ٿو ۽ ٻاهر هليو وڃي ٿو.

سُقراط: ”چڱو! موڪلاڻي منهنجا دوست, اسين ايئن ئي ڪنداسين. ڪيترو نہ پُرڪشش شخص آهي! منهنجي قيد واري سڄي وقت دوران هيءُ مون وٽ ايندو رهيو آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن مون سان گفتگو ڪندو آهي ۽ قائل بہ جلد ٿيندو آهي, پر هاڻي هي مون لاءِ روئي پيو. پر اچ ڪرائٽو اچ تہ هن جي چوڻ تي هلون ۽ جيڪڏهن زهر تيار آهي تہ مون لاءِ کڻي اچوءِ جيڪڏهن تيار ناهي تہ پوءِ ناهي وٺو.“

ڪرائٽو: ”پر سُقراط! آءٌ سمجهان ٿو تہ سج اڃا جبلن تي آهي ۽ اڃا تائين لٿو نہ آهي ۽ مون کي خبر آهي تہ ٻيا تمام دير سان پيئندا آهن. جڏهن انهن کي چيو ويندو آهي, پهرين تہ اهي انڪار ڪندا آهن ۽ پوءِ پيئندا آهن ۽ جنهن سان ملاقات جي خواهش هوندي اٿن, ان سان ڪچهري ڪندا آهن, تنهن ڪري تڪڙ نہ ڪريو اڃا پاڻ کي اجازت آهي.“

سُقراط: ”واقعي, اهي اهو سڀ ڪجهہ ڪندا آهن, جيڪو تو ٻڌايو. اهي سمجهندا آهن تہ اهو ڪرڻ سان ڪجهہ انهن کي ملندو پر حقيقت ۾ انهن کي ڪجهہ بہ نہ ملندو. آءٌ نہ ٿو سمجهان تہ ڪجهہ دير سان پيئڻ ڪري ڪا شيءِ حاصل ڪندس. اها منهنجي لاءِ مذاق جهڙي ڳالهہ آهي جو زندگيءَ کي قابو جهليان ۽ ان کي چنبڙي پوان, ان کي چڪيان, جيڪا بچي نہ هجي. اچ ۽ جيئن ان چيو آهي, تيئن ڪر, ٻيو ڪجهہ نہ ڪر.“

ڪرائٽو ڪنڌ جي اشاري سان ڇوڪري کي اشارو ڏئي ٿو جيڪو سُقراط جي ويجهو بيٺو هو. ڇوڪرو ٻاهر وڃي ٿو ۽ ڪجهہ دير کانپوءِ جلاد سان واپس اچي ٿو جنهن جي هٿن ۾ پيالو آهي.

سُقراط: ”چڱو! توکي خبر آهي، تہ زهر پيئڻ وقت ڇا ڪرڻ ضروري آهي؟“

جلاد: ”زهر پيئڻ کان پوءِ هلڻ ضروري آهي، جڏهن تنهنجون ٽنگون ڳريون ٿي پون ۽ اهي پنهنجي سگهہ وڃائي ويهن تہ پوءِ سمجهہ تہ زهر پنهنجو ڪم ڏيکاريو آهي.“

جلاد، سُقراط اڳيان پيالو جهلي ٿو. سُقراط زهر جي پيالي کي پنهنجي چهري جي نقشن کي تبديل ڪرڻ کان سواءِ پُرسڪون نموني وٺي ٿو. سڄي زهر کي پيئي ٿو ۽ پُرسڪون نموني پيالو جلاد کي واپس ڪري ٿو. اپولوڊورس ۽ فيادو ڪجهہ وقت کان وٺي روئي رهيا آهن، پر هاڻ ڪرائيٽو بہ پنهنجن لُڙڪن کي روڪي نہ ٿو سگهي، پوءِ اپولوڊورس اوچنگار ڏئي روئڻ شروع ڪري ٿو پوءِ ياڪر پائي سڀ روئڻ ۾ شروع ٿي وڃن ٿا، سواءِ سُقراط جي.

سُقراط: ”اهو توهين ڇا ڪري رهيا آهيو؟ انهيءَ ڪري مون عورتن کي ٻاهر موڪلي ڇڏيو تہ جيئن اُهي ايئن نہ ڪن. مون ٻڌو آهي تہ خوشي ۽ سڪون جي ڪري ماڻهوءَ کي مرڻ ۾ آساني ٿئي ٿي.“

اپولوڊورس: ”پر سُقراط! آءٌ ان ڳالهہ کان سخت نفرت ڪريان ٿو تہ توکي بي گناهہ موت ڏنو پيو وڃي.“

سُقراط: چڱو پيارا اپولوڊورس! تون مون کي انصاف سان موت جي سزا ملندي ڏسڻ چاهين ٿو؟“

اپولوڊورس: ”نہ، يقيناً نہ.“

سُقراط: ”اسان کي ضرور سڀ شيون برداشت ڪرڻ لاءِ سڪڻ گهرجي.“

اها ڳالهہ انهن کي ڪجهہ برداشت جو مادو ڏئي ٿي ۽ سُقراط چوڌاري هلڻ شروع ڪري ٿو ۽ پنهنجين ٽنگن تي ڌيان ڏئي ٿو.

سُقراط: ”منهنجون ٽنگون ڳريون ٿي رهيون آهن.“

جلاد: ”پوءِ هاڻ تون ليٽي پئہ.“

سُقراط ليٽي پوي ٿو. جلاد سندس پيرن ۽ ٽنگن کي سختيءَ سان زور ڏئي ٿو پيرن کان شروع ڪندي ٽنگن طرف وڃي ٿو.

جلاد: ”تون زور کي محسوس نہ ٿو ڪرين؟“

سُقراط: ”نہ.“

جلاد: ”ڪيئن آهن اُهي؟“

سُقراط: ”هاڻ بلڪل محسوس نہ ٿيون ٿين.“

جلاد: ”جڏهن زهر هن جي دل تي پهچندو، تڏهن هيءُ مري ويندو.“

سُقراط پنهنجي مٿان چادر ڇڪي وجهي ٿو. جڏهن جلاد معدي تي زور ڏئي رهيو هو سُقراط پنهنجي مٿي کان ڪجھ وقت لاءِ چادر لاهي ٿو.

سُقراط: ”ڪرائٽو! اسان تي اسڪليپس (Asclepius) جي ڪُڪڙ اُڌار آهي، مهرباني ڪري ان کي پئسا ڏجوءِ نظرانداز نہ ڪجو.“

سُقراط وري پنهنجي چهري مٿان چادر وجهي ڇڏي ٿو.

ڪرائٽو: ”اها ضرور ادا ڪنداسين، توکي ٻي ڪا شيءِ چوڻي آهي؟“

سُقراط طرفان آواز نٿو اچي.

ڪجھ وقت ڪانپوءِ سُقراط جي جسم ۾ حرڪت اچي ٿي. جلاد هن تان چادر لاهي ٿو. سُقراط جون اکيون کُليل آهن ۽ ڪرائٽو ويجهو اچي ٿو ۽ اکيون ۽ وات بند ڪري ٿو.“

زهر جي پيالي ذريعي خوابن کان خالي ننڊ ۾ سُقراط کي سمهاريو ويو. سُقراط موت کي خوابن کان خالي ننڊ چوندو هو. سُقراط جي ٽئين ڳالهه، جيڪا پهرين ٻن ڳالهين کان وڌيڪ مشهور ٿي، اها هئي سندس زهر جو پيالو پيئڻ.

سُقراط روح کي لافاني سمجهندو هو. روح لافاني آهي يا نہ، ان تي ڪنهن ٻيءَ جاءِ تي بحث ڪبو پر سُقراط لافاني ضرور آهي.

# افلاطون (Plato)

افلاطون- پلوپونيز جنگ جي چوٿين سال يونان جي عظيم رياستڪار پيريڪلز جي وفات جي ٻئي سال 427 ق.م ۾ ڄائو. افلاطون جي پيءُ جو نالو ارسٽون هو جيڪو يونان جي آخري بادشاهه ڪاڊرس (Codrus) (ٻارهين صدي ق. م) جي پيڙهيءَ مان ڇيو وڃي ٿو. يونان جي آخري بادشاهه ڪاڊرس کي پاڻيءَ، سمنڊ ۽ دريائن جي ديوتا ڪرونس ۽ ريئا ديويءَ جي پٽ پوزيڊون ديوتا جو پٽ پڻ ڇيو وڃي ٿو جڏهن ته افلاطون جي ماءُ، جنهن جو نالو پيرڪشون هو، سولون (Solon) (630_560 ق.م) جي خاندان مان هئي. سولون جنهن کي يونان جي ستن ڏاهن (جن ۾ ٿاليس به شامل آهي) مان هڪ ڪري ڳڻيو وڃي ٿو. هن کي يونان جي قانون ناهڻ ۽ يونان ۾ جمهوريت جو بنياد وجهڻ جو اعزاز پڻ حاصل آهي. هي يونان جو پهريون حڪمران هو جنهن ڪنهن به شخص کي قرض واپس نه ڪري سگهڻ جي صورت ۾ غلام بڻائڻ تي پابندي وڌي.

افلاطون جو پيءُ ارسٽون – افلاطون جي ننڍپڻ ۾ ئي گذاري ويو ۽ افلاطون جي ماءُ سندس چاچي پئري لمپسيس (Pyri Lampses) سان شادي ڪئي. افلاطون پنهنجي پيءُ جي گذاري وڃڻ کانپوءِ ماڻس سان گڏ پئري لمپسيس جي گهر رهڻ لڳو. افلاطون جو سمورو خاندان ڪنهن نه ڪنهن طرح اٿينس جي حڪومت ۾ اثر و رسوخ رکندو هو. افلاطون جو مامو ڪرائيٽياس (Critias) ۽ ماڻس جو سئوٽ ڪاميڊياس (Chmidas) ته پلوپونيز جنگ ختم ٿيڻ کانپوءِ 404 ق. م ۾ چند ماڻهن ٻاران اقتدار تي ڪيل قبضي واري حڪومت (Oligarchy) ۾ نه فقط شامل هئا، پر اهم حيثيت به رکندا هئا.

افلاطون جي سموري خاندان جو ڪنهن نہ ڪنهن طرح سياست ۾ حڪومت ۾ شامل هجڻ جو اثر، اسان کي افلاطون جي سڄي فلسفي تي ملي ٿو. اها ڳالهہ فطري آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن جي پيءُ ۽ ماءُ جو تعلق حڪومت ۾ رهندڙ خاندان سان هجي ۽ ماما بہ سياست ۾ هجن تہ ان گهراڻي ۾ پيدا ٿيل ٻار جو رجحان ڪهڙي طرف وڌي وڃڻ جا وڌيڪ امڪان آهن. اهو ئي سبب آهي جو افلاطون جوانيءَ ۾ سياست ڪرڻ چاهي ٿي.

افلاطون بابت دلچسپ ڳالهہ هيءَ آهي تہ افلاطون جو اصل نالو افلاطون نہ هو. پر ارسٽوڪلس هو. افلاطون نالو ڪيس سندس اسڪولي دوستن ڏنو. ڪيس ويڪرن ڪلهن هجڻ ڪري پلاٽون (Platon) يعني ويڪرن ڪلهن وارو سڏيو ويو. اهو نالو تاريخ جي مختلف وهڪرن ۾ پنهنجا ويس بدلائيندو انگريزيءَ ۾ پلاٽو ۽ اسان وٽ عربيءَ مان ٿيندو افلاطون ٿي پيو.

افلاطون جي سُقراط سان ملاقات ويهن سالن جي عمر ۾ ٿي. افلاطون سُقراط جي بهترين شاگردن مان هو. افلاطون تي سُقراط جو تمام گهڻو اثر هو.

افلاطون جو سُقراط بابت لکيل پئراگراف جيڪو افلاطون ۽ گڏوگڏ ٻين ليکڪن جي سُقراط بابت لکيل تحريرن تي حاوي آهي، سو پڙهندڙن لاءِ هيٺ پيش ڪجي ٿو. ان ٽڪري کي پڙهڻ کان پوءِ پڙهندڙ پاڻ فيصلو ڪن تہ افلاطون جي نظر ۾ سُقراط ڇا هو.

> **”آءٌ خدا جو شڪريو ادا ڪريان ٿو تہ آءٌ يونان ۾ جايس نہ ڪي وحشين ۾ (ياد رهي تہ اُتر يورپ ۾ رهندڙن کي وحشي چيو ويندو هو)، آزاد پيدا ٿيس نہ ڪي غلام، مرد پيدا ٿيس نہ ڪي عورت، پر سڀ کان وڏي ڳالهہ هيءَ تہ آءٌ سُقراط جي دؤر ۾ پيدا ٿيس.“**

سُقراط جي دؤر ۾ افلاطون جو پيدا ٿيڻ، نہ فقط افلاطون لاءِ خوش نصيبيءَ جي ڳالهہ هئي، پر اها اسان سڀني لاءِ، خود سُقراط لاءِ بہ خوش نصيبيءَ جي ڳالهہ آهي. جيڪڏهن افلاطون، سُقراط جي دؤر ۾ پيدا نہ ٿئي ها تہ سُقراط کي افلاطون جهڙو شارح نہ ملي ها، نہ ڪي اسان وٽ سُقراط بابت ايترو علم هجي ها. سُقراط تہ واقعي عظيم هو پر سُقراط کي افلاطون پنهنجي لکت جي وسيلي امر بڻائي ڇڏيو.

افلاطون جي دؤر ۾ ائٿينس جي رياست مسلسل بحرانن جو شڪار هئي. مسلسل ٽيهہ سال پلوپونيز جنگ کان پوءِ وري چند ماڻهن واري حڪومت، وري

سُقراط تي مقدمو انهن هڪبئي جي پٺيان ٿيندڙ واقعن افلاطون تي تمام گهڻو اثر وڌو. افلاطون جي اڳيان اٿينس جي جمهوريت جو اصل روپ سُقراط جي فيصلي ۾ نظر آيو. ان جمهوريت، جمهوريت جي وڏي ۾ وڏي حمايتي، قانون جي وڏي ۾ وڏي محافظ کي جمهوري طريقي سان ووٽ ڪرائي زهر جو پيالو پياريو.

مٿين سڄي صورتحال، حڪمرانن جي منافقين ۽ ناانصافين ۽ انهن منافقين ۽ ناانصافين کي جائز قرار ڏيڻ لاءِ مختلف ديوتائن جا پيغام ۽ قصا، عوام جي بک ۽ تڪليفن افلاطون کي ان ڳالهه تي سوچڻ لاءِ مجبور ڪيو تہ اصل انصاف واري حڪومت ڪهڙي آهي؟ اهو ڪهڙو نظام آهي، جنهن کي انصاف وارو نظام چئجي ۽ خود انصاف ڇا کي چئجي؟ ڇا جابر ۽ ظالم حڪمرانن پاران ڪيل وصفن کي قبول ڪجي؟ يا انصاف جي وصف ٻي آهي؟

سُقراط جي موت کان پوءِ افلاطون سمجهي ورتو تہ موجوده سياست جي اندر رهي، رواجي سياسي طريقا استعمال ڪري تبديلي نہ ٿي آڻي سگهجي. گڏوگڏ افلاطون لاءِ اهو اٿينس برداشت جي لائق نہ رهيو جنهن سُقراط جهڙي انسان کي زهر جو پيالو پياريو هو. افلاطون پاڻ مرادو جلاوطني اختيار ڪئي ۽ پاڻ سُقراط جي هڪ شاگرد يوڪلڊ (Euclid) سان گڏجي (ياد رهي تہ عظيم رياضيدان، جاميٽريءَ جا بنياد وجهندڙ Euclid هيءُ نہ آهي) اٿينس کان اولهہ طرف پنجاهہ سٺ ڪلوميٽر پري ميگارا ۾ پناهگير ٿي رهيو.

اتي ڪجهہ وقت رهڻ کان پوءِ يونان جي ڪجهہ علائقن کي گهمي، مصر، اٽلي ۽ سسلي ويو جتي ڪافي عرصو گذاريائين ۽ 387 ق. م ۾ اٿينس ۾ واپس اچي اڪيڊمس (Academus) جي علائقي ۾ اخروٽ ۽ ٻين ميون جي باغ ۾ اسڪول کوليائين ۽ اڪيڊمس ۾ اسڪول قائم هجڻ ڪري ان اسڪول کي اڪيڊمي سڏيو ويو. اها اڪيڊمي نَوَ سئو سالن کان وڌيڪ عرصي 529ع تائين قائم رهي. افلاطون جي ان اڪيڊميءَ جي ٻاهران لڳل تختيءَ تي اهو لکيل هوندو هو تہ "هتي جاميٽريءَ جي ماهر کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي داخل ٿيڻ جي اجازت نہ هوندي" افلاطون جي اڪيڊميءَ کي تاريخ جي پهرين يونيورسٽيءَ جو درجو ڏنو ويو آهي. هن اڪيڊميءَ ۾ يونان جي ڪنڊ ڪڙڇ مان ماڻهو اچي پڙهندا هئا. هن اڪيڊميءَ ۾ نہ فقط فلسفي جو مطالعو ڪيو ويندو هو پر ان سان گڏوگڏ رياضي، حياتيات، اخلاقيات ۽ قانون جي مسئلن جو پڻ مطالعو ڪيو ويندو هو. اڪيڊميءَ جي وڏين ڪاميابين مان هڪ ڪاميابي اها بہ آهي تہ هن اڪيڊميءَ مان

جاميٽري هڪ جدا سائنس تي اُڀري. توڙي جو اُن تي ابتدائي ڪم مصر ۾ ڪيو ويو هو ۽ ان ۾ دنيا جي پهرين فلسفي ٿاليس پڻ واڌارا ڪيا. هن اڪيڊميءَ مان نسبتي نظريي کي دريافت ڪندڙ ۽ اُڀريل شين کي ماپڻ جو طريقو ايجاد ڪندڙ سائيزڪس (Cyzicus) شهري رياست جو رهواسي، ماهر رياضيات ۽ ماهر آڪاس يوڊوڪس (Eudoxus) تيار ٿي نڪتو ۽ ارسطو جنهن جو نالو ئي ڪافي آهي، سو پڻ هتي ئي پڙهيو.

افلاطون جي اڪيڊميءَ ۾ ڏنل نصابي ترتيب يوناني، رومن ۽ وچئين دؤر تائين جاري رهي. هن اڪيڊميءَ مان اڳتي هلي ارسطوءَ جو لائيسيوم (Lyceum) ڪاليج، اسٽائيڪس (Stoics) ۽ ايپيڪيورينس (Epicureans) جا اسڪول پيدا ٿيا. هن اڪيڊميءَ کي 529ع ۾ عيسائي شهنشاهه جسٽينيئن (Justinian) ختم ڪيو. عالمي شهرت رکندڙ شاعر ملٽن هن اڪيڊميءَ تي ڪجهه هيئن بيان ڪيو آهي:

See there the olive grove of Academe,
Plato's retirement, where the Attic bird
Trills her thick – Warbled notes the summer long.

[ڏسو اڪيڊميءَ ۾ زيتون جي وڻن جي جهڳٽن هيٺان،
افلاطون موڪلائي ٿو ۽ جتي خوبصورت طوطا،
سڄو اونهارو ٿلهن جملن کي مٺي آواز سان ورجائين ٿا.]

افلاطون جي پوئين زندگي، يونان جي شهر Syracusan ۾ سياست ڪندي گذري. 367 ق. م ۾ سئراڪئسن جي بادشاهه ڊايونائيسس (Dionysius) جي وفات کان پوءِ ڊايونائيسس ٻيو (Dionysius .II) سئراڪئسن جو حڪمران ٿيو. ڊايونائيسس پهرئين جي سالي ۽ اهم وزير ڊئيون سوچيو ته ڊايونائيسس ٻيو ننڍي عمر جو آهي، تنهن ڪري ان کي تعليم ڏيڻ لاءِ افلاطون کي استاد طور سئراڪئسن رياست ۾ گهرائجي. پر ڊايونائيسس ٻئي تعليم حاصل ڪرڻ کان انڪار ڪيو. ڪن جو خيال آهي ته ڊايونائيسس ٻئي اڳ ۾ راضپو ڏيکاريو ۽ افلاطون کيس پڙهائڻ لڳو. ڪجهه وقت گذرڻ کان پوءِ افلاطون سائريڪوسان رياست کي فلسفي بنيادن تي جوڙڻ جو منصوبو ڏنو. افلاطون پنهنجو شهرِ آفاق ڪتاب "جمهوري رياست" (Republic) جنهن کي يوٽوپيا (Utopia) پڻ چيو وڃي ٿو ان دؤر ۾ لکيو. جمهوري رياست (Republic) تي اڳتي هلي تفصيل سان غور

ويچار ڪيو ويندو. افلاطون جو فارمولو هو تہ ڪنهن بہ مثالي رياست لاءِ لازمي آهي تہ ان جو بادشاهہ يا حاڪم فلسفي هجي. جڏهن اها ڳالهہ ڊايونائيسس ٻئي کي سمجهہ ۾ آئي، تڏهن ڊايونائيسس ٻئي آندل سڏارا واپس ڪيا ۽ افلاطون کي گرفتار ڪري غلام بڻائي وڪڻي ڇڏيو. افلاطون کي سندس ڪجهہ شاگردن پئسا ڀري غلاميءَ مان آزاد ڪرايو. افلاطون سائراڪوسان ۾ وري 361_360 ق. م ۾ ويو. سندس اتي رهڻ جو خيال هو پر ڪيس اتي ذاتي خطرن کان وڌيڪ ڪجهہ بہ نصيب نہ ٿيو. افلاطون 341 ق. م ۾ 80 سالن جي ڄمار ۾ گذاري ويو.

افلاطون جي سموري لکت سواءِ ستن خطن جي سموري ڊائيلاگ (گفتگو) تي مشتمل آهي. افلاطون کي فلسفي جي دنيا ۾ تصورن واري نظرئي ( Theory of Ideas) سان ۽ سياسي فلسفي ۾ گڏوگڏ ڪاپي ڊر وارن ۾ يوٽوپيا (The Republic) جي ڪري سڃاتو وڃي ٿو.

افلاطون کي فلسفي جو پهريون نظام جوڙيندڙ چيو وڃي ٿو. ان ڳالهہ جو پهرين ئي ذڪر ٿي چڪو آهي تہ افلاطون تي سُقراط جو تمام گهڻو اثر هو پر ايئن چئجي تہ افلاطون تي سُقراط جو ئي اثر هو تہ اها دعويٰ غلط ٿيندي. افلاطون هيراقلطس جي شاگرد ڪرائيٽائيلس (Cratylus) وٽ ننڍي هوندي تعليم حاصل ڪئي ۽ هيراقلطس جو نظريو افلاطون وٽ سندس استاد ڪرائيٽائيلس (Cratylus) جي ذريعي پهتو. ان کان سواءِ افلاطون- سُقراط جي موت کان پوءِ اٽلي، سسلي ۽ مصر ويو. اٽليءَ ۾ ايليائي اسڪول سان ڏيٺ ويٺ ٿيس. جنهن تي پرمينائيڊز جو تمام گهڻو اثر هو ۽ اٽليءَ ۾ ايليائي اسڪول سان گڏ پٿاغورين برادريءَ سان پڻ سندس واقفيت ٿي. ڪجهہ عرصو پٿاغورين برادريءَ ۾ گذاريائين.

اسان کي افلاطون کي پڙهندي انهن سڀني جا اثر نظر ايندا. تنهن ڪري افلاطون کي سمجهڻ لاءِ سندس ماحول، تنهن وقت ۾ موجود مختلف تحريڪن، سماجي ۽ سياسي صورتحال ۽ سُقراط کي گهرائيءَ سان سمجهڻ انتهائي ضروري آهي. تنهن کانپوءِ ئي اسين ڪنهن قدر افلاطون جي فڪر کي سمجهڻ جي ويجهو ٿينداسين. تنهن ڪري اچو تہ پهرين اهو ڏسون تہ افلاطون تي سُقراط جا ڪهڙا اثر هئا ۽ تنهن وقت ۾ ڪهڙيون تحريڪون هلي رهيون هيون.

افلاطون جو سُقراط سان جذباتي لڳاءُ هن ڳالهہ مان محسوس ڪري سگهجي ٿو تہ سُقراط جي زهر پيئڻ کان پوءِ افلاطون ايٿنس مان پاڻ مرادو جلاوطني اختيار

ڪئي. افلاطون جي لڳ ڀڳ سمورن ڪتابن ۾ سندس پاران ڳالهائيندڙ (Mouth Piece) جو ڪم سُقراط کان ورتو ويو آهي. افلاطون پنهنجو پاڻ کي ظاهر ڪرڻ بجاءِ سُقراط کي پنهنجن ڪتابن ۾ ڳالهرائي ٿو. سُقراط جي چئن ڳالهين جو افلاطون مٿان تمام گهڻو اثر هو. هڪ ته سُقراط جي هيءَ ڳالهه ته آءٌ ڄاڻو ناهيان، منهنجو ڪم علم کي ڄڻائڻ وارو آهي، دائپ وارو آهي. علم هر ڪنهن جي ذهن ۾ موجود آهي، آءٌ ان کي فقط ٻاهر آڻيان ٿو. ٻيو سُقراط جي سوفسطائين کي رد ڪرڻ واري ڳالهه جو اثر، جنهن ۾ سُقراط سوفسطائين جي ان ڳالهه تي سخت تنقيد ڪئي ته ڪو علم جو دارومدار هر ڪنهن ماڻهوءَ تي آهي، جيڪو جنهن شيءِ کي صحيح سمجهي ٿو تيئن علم ڪري. سُقراط ان ڳالهه کي رد ڪندي مختلف عملن، تصورن، روين، سماجي قدرن جي آفاقي وصفن جي تلاش/ ڳولا تي زور ڏنو. سُقراط جو ايئن چوڻ ته منهنجو ڪم علم کي ڄڻائڻ وارو آهي، علم هر ماڻهوءَ جي ذهن اندر موجود آهي، جو مطلب هيءُ هو ته ٻه ۽ ٻه ٽيا چار ۽ اهي هر ڪنهن جي ذهن ۾ تيئن ٿا پر ضرورت رڳو صحيح طريقي ۾ گس جي آهي، جنهن تي هلي ماڻهو ان نتيجي تي پهچي ٿو ته ٻه ۽ ٻه ٽيا چار. جڏهن ته سوفسطائين جي راءِ هيءَ هئي ته جيڪڏهن ڪو سمجهي ٿو ته ٻه ۽ ٻه ٽيا پنج ته اهو به صحيح آهي ۽ جيڪڏهن ڪو ٻه ۽ ٻه ٽيا اٺ سمجهي ٿو ته اهو به صحيح آهي. سُقراط جو آفاقي قدرن/ وصفن بابت چوڻ هو ته آءٌ اڃا انهن تائين پهچي ناهيان سگهيو پر انهن تائين پهچڻ جي طريقي کي ضرور سمجهي ويو آهيان، جنهن جو ذڪر اڳ ۾ ٿي چڪو آهي. ٽئين ڳالهه هيءَ هئي ته سُقراط جو مسلسل بحران جي ور چڙهيل شهري رياست کي هر شهري پاران قانون تي سختيءَ سان رضاڪارانه عمل ڪرڻ ذريعي بچائڻ واري ڳالهه تي زور ڏيڻ، جنهن ڳالهه تي ثابت قدم رهندي، سُقراط زهر جو پيالو پيتو. چوٿين ڳالهه ته سُقراط وانگر افلاطون به اهو سمجهيو ٿي ته سُئائي علم آهي، يعني جيڪا به سُئائي (Goodness) آهي، اهو علم آهي، ان کي اسين عملي نموني ۾ سمجهي سگهون ٿا.

ان ڳالهه جو پهرين ذڪر ٿي چڪو آهي ته يونان جون شهري رياستون خاص طرح اٿينس گهڻن طرفن کان مسلسل بحرانن جو شڪار هئي. اهو ساڳيو وقت هو جڏهن اٿينس جي رياست تي بلڪ يونان جي سمورين شهري رياستن تي گهڻ پاسائان حملا ٿي رهيا هئا، جن ۾ ٻن قسمن جون جنگيون هيون: هڪ پاسي پارسين پاران يونان جي شهرن تي قبضي ڪرڻ لاءِ حملا، جيڪي 493 ق. م کان

شروع ٿيا هئا. ٻئي طرف مختلف شهري رياستن جون هڪٻئي تي قبضي ڪرڻ لاءِ ڪيل جنگيون شامل هيون. جن ۾ خاص طرح پلوپونيز جنگ هئي، جنهن ۾ اٿينس کي شڪست آئي. ٽئين طرف رياست جي روايتي بنيادي ڍانچي تي ٽه طرفا حملا هئا. ان وقت يونان ۾ مذهب ۽ رياست ڄڻ هڪڙي شيءِ هئي. يونانين جا مذهبي ديوتا فقط اتي جي عوام جا ديوتا نه هئا، پر اصل ۾ اهي يونان جي شهري رياستن جا ديوتا پڻ هئا. يونان ۾ ان وقت اهڙو ڪو مذهبي ڍانچو نه هو جيڪو فقط ۽ فقط مذهبي هجي ۽ اهڙيءَ ريت وري رياست جو اهڙو ڪوبه ڍانچو ڪونه هو جيڪو مذهب کان ڌار فقط ۽ فقط رياستي هجي. تنهن وقت اٿينس کي ڪنهن مهم/ جنگ شروع ڪرڻ کان پهرين ڊيلفائي مندر مان اپولو ديوتا، جيڪو زيوس جو ترجمان هو، کان هدايت وٺڻي پوندي هئي. رياست جا قانون ڪنهن به طرح مذهبي فريضو هئا. قانون تي عمل نه ڪرڻ معنيٰ مذهبي فريضن تي عمل نه ڪرڻ هو. ان وقت جيڪي ڪجهه ديوتائن ۽ خدائن جي وجود تي ۽ مذهب تي ڳالهايو ويو پئي، ان جو سڌو سنئون اثر رياست تي ٿيو پئي. تڏهن هڪ پاسي فلسفين ڪائنات جي اصل حقيقت بابت جيڪي نظريا ڏنا، تن مان اها ڳالهه صاف ظاهر پئي ٿِي ته ان وقت جي يونان جا مڃيا ويندڙ خدا خود سواليه آهن. گهٽ ۾ گهٽ اهو ظاهر ٿيو پئي ته انهن جو ڪائنات جي حقيقت سان ڪوبه تعلق ڪونهي. ٻئي پاسي حملو ان وقت يونان ۾ هلندڙ صوفين جي تحريڪ طرفان هو جن ۾ خاص طرح آرفيائس (Orphues) جون لکڻيون اهم محرڪ هيون. آرفيائس پنهنجين لکڻين جي ذريعي اها تبليغ پئي ڪئي ته مذهب هر ڪنهن فرد جو ذاتي مسئلو آهي، اهو رياست جي فرض ۾ شامل نه آهي. ٽئين پاسي حملو سوفسطائين جي طرفان هو. رياست پنهنجي قانون کي خدا طرفان ڏنل ۽ آفاقي چيو ٿي، جڏهن ته سوفسطائين پنهنجن ويچارن جي ذريعي اهو ثابت پئي ڪيو ته اهي خدائن جا ٺاهيل نه آهن پر اهي ماڻهن جا ٺاهيل آهن. انهن کي آسانيءَ سان ٽوڙي به سگهجي ٿو.

انهن گهڻ پاسائن حملن رياست جي وجود کي خطري ۾ وجهي ڇڏيو هو. متئين ڳالهه جا افلاطون تي پڻ اثر هئا. ان سڄيءَ صورتحال ۾ افلاطون جي اڳيان به رستا هئا يا ته متين سيني ڳالهين کي قبول ڪري ۽ نئين مذهب ۽ نئين سماج جي لاءِ ڪم ڪري يا رياست تي ٿيندڙ حملن جو دفاع مروج سياسي نظام ۽ ان جي ادارن کي سگهارو ڪرڻ جي ذريعي ڪري.

شهري رياست جي مستقبل بابت ۽ انهن جي قانونن جي بابت سُقراط جيل جي اندر پنهنجن شاگردن سان ڪيل گفتگوءَ ۾ چيو تہ: ”توهان ڇا ٿا سمجهو تہ ڇا ڪو شهر پوءِ بہ پنهنجو وجود برقرار رکي سگهي ٿو ۽ لاهين ۽ چاڙهين کان بچي سگهي ٿو جيڪڏهن ان جا فيصلا جاهل ۽ اڻ ڄاڻ، دماغن کان خالي ماڻهن طرفان حق ۽ سچ جي طاقت کان سواءِ ڪيا وڃن؟“

سُقراط جي هن ڳالهہ، جنهن کي افلاطون پنهنجي ڊائيلاگ ۾ لکيو آهي، افلاطون اڳيان اها ڳالهہ واضح ڪري ڇڏي هئي، تہ موجوده شهري رياست، جيڪا جاهل ۽ اڻ ڄاڻ، سمجهہ کان خالي ماڻهن جي رحم ڪرم تي آهي، ان کي جيڪڏهن ايئن ئي بچائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي تہ اها ڪوشش پس و پيش ناڪام ٿيندي. افلاطون ان ڳالهہ کي سمجهندي، شهري رياست جي خلاف ٿيندڙ ڪوشش کي قبول ڪندي نئين سماج لاءِ ڪم ڪيو ۽ ان نئين سماج لاءِ تنهن وقت ضروري آهي، تہ نئين مذهبي ڏند ڪٿا بہ ڏجي، توڙي جو افلاطون نئين مذهبي ڏند ڪٿا کان تمام گهڻو پاسو ڪيو ۽ ممڪن حد تائين ڪوشش ڪيائين تہ مذهبي ڏند ڪٿا کان سواءِ ماڻهن کي نئين سماج تي آماده ڪجي. نئين سماج کي اڏڻ وارو ڪم افلاطون جو سڀ کان بنيادي ۽ سڀ کان اهم ڪم هو. ان ڪم ۾ هڪ طرف افلاطون جي سياست ڪرڻ واري خواهش پوري ٿي پئي، ٻئي طرف سندس فلسفي واري رجحان جون ضرورتون پوريون ٿيون پئي. ان سلسلي ۾ افلاطون پنهنجي سڀ کان مشهور ڪتاب ”رياست“ کي تخليق ڪيو جنهن جي ڪري کيس پهريون سماج وادي نظريہ دان پڻ چيو وڃي ٿو.

سماج کي نئين سر جوڙڻ لاءِ ضروري هو تہ رياست کي نئين سر، نَوَن بنيادن تي ڪڙجي. افلاطون ان سلسلي ۾ سڀ کان پهرين ان مروج سماج جو انتهائي گهرائيءَ سان اڀياس ڪيو. سندس اڀياس جي خبر اسان کي سندس لکڻين مان پوي ٿي. رياست ۾ هن سماج جي ڳالهين جو باريڪ مشاهدو ڪيو آهي. رياست ۾ هيءُ مڪمل سياسي فلسفي طور سامهون آيو آهي. افلاطون کي گهڻي قدر خيال پرست چيو وڃي ٿو پر افلاطون جي مڪمل لکڻين کي اسين جڏهن گهرائيءَ سان پڙهندا سون تہ هيءُ اسان کي خيالي بدران عملي محسوس ٿيندو. افلاطون کي بي انتها اهڙيون ڳالهيون محسوس ٿيون، جيڪي پنهنجي ابتدا کان ئي غلط هيون. ان کان پهرين جو رياست تي ڳالهائجي، ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ انهن ڳالهين کي نظر مان گذارجي، جيڪي افلاطون جي نظر مان گذريون. انهن ڳالهين کي

اسين افلاطون جي لکڻي مان محسوس ڪري سگهون ٿا. ڪنهن به تخليق جي لاءِ اهو ضروري هوندو آهي ته ان ڪي ان ئي منطق سان ڏٺو وڃي. جيڪڏهن ڪنهن شاعر جي شاعريءَ کي ڪو فلسفِي- فلسفي جي تناظر ۾ ۽ فلسفي جي پئمانن تي ڏسندو ته ان ۾ ان فلسفيءَ کي شاعريءَ ۾ رڳو وڏاءُ نظر ايندو ۽ شاعري غير حقيقي محسوس ٿيندي. ان ۾ ان شاعر جو ڪوبه قصور ڪونهي، ڇاڪاڻ ته شاعر ڪائنات جي ڪن لقائن ۽ شين، جن سندس ذهن تي اثر ڇڏيو آهي، جي تعريف ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ ان شيءِ بابت سندس شاعراڻن جذبن جو اظهار ڪيو آهي. ان شاعر- شاعري ڪرڻ دوران اها ڪوشش ڪڏهن به نه ڪئي آهي ته فطرت جي انهن لقائن شين، جن ان تي اثر ڇڏيو آهي، تن جي اصل حقيقت ڇا آهي، ان کي بيان ڪري. جڏهن ته ان تي تحقيق ڪندڙ سندس شاعريءَ مان اهو عنصر ڳولڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي ته ان ۾ حقيقت آهي يا نه! جڏهن ته اهو ڪم شاعريءَ جو نه پر سائنس، فلسفي ۽ ٻين علمن جو آهي، تنهن ڪري اسان لاءِ اهو بيحد ضروري آهي ته اهو ڏسون ته افلاطون رياست ۽ ٻيا ڪتاب ڇا جي لاءِ لکيا آهن.

افلاطون اها ڳالهه چڱيءَ طرح سمجهي ٿي ته جيڪڏهن آءٌ فطرت جي اصل حقيقت ۽ سماج جي اصل حقيقتن کي سماج ۾ رهندڙ ماڻهن کي سمجهائيندس ته اهي آسانيءَ سان نه سمجهندا، ڇاڪاڻ ته انهن ڳالهين کي سمجهڻ لاءِ جيتري علم ۽ مطالعي جي ضرورت آهي، اهي سماج ۾ رهندڙ ماڻهن مان چند وٽ آهن. تنهن ڪري افلاطون ماڻهن کي حقيقت سمجهائڻ بجاءِ ان ڳالهه تي زور ڏنو ته ماڻهن جي عمل کي ڪيئن سڌارجي.

ان وقت اٿينس ۾ بلڪه سڄي يونان ۾ هومر ۽ هيڏائيڊ شاعرن کي تمام وڏي حيثيت ۽ رتبو حاصل هو. ان وقت هومر ۽ هيڏائيڊ کي سَنَدَ (Authority) طور پيش ڪيو ويندو هو. انهن ٻنهي مان هومر کي تمام وڏي حيثيت حاصل هئي. سندس ٻن شاعريءَ جي ڪتابن اوڊيسي ۽ ايليڊ کي مذهبي ڪتاب ڪري سمجهيو ويندو هو. يونان ۾ پوڄيا ويندڙ خدائن، ديوتائن ۽ ديوين جا قصا به گهڻو ڪري انهن شاعرن نئين سر بيان ڪيا هئا. هومر جي اوڊيسي ۾ ديوتا ماڻهن جا مددگار هجڻ بجاءِ حڪمرانن جي سازشن ۾ شامل هئا. افلاطون ڏٺو ته جيستائين انهن اختيارين (Authorities) کي چئلينج نه ٿو ڪجي، تيستائين نئين روشن سماج جا بنياد رکي نه سگهبا. گڏوگڏ ديوتائن ۽ ديوين جي اختيارن کي به چئلينج ڪرڻ ضروري

هو. ان وقت انهن طاقتن سان گڏ سماج جا مختلف سياسي نظام بہ هئا، جهڙوڪ جابريت، اشرافيہ، جمهوريت وغيره. انهن سياسي نظامن بابت بہ اٿينس ۾ بحث ٿي رهيو هو تہ ڪهڙو نظام رياست جا مسئلا حل ڪري سگهي ٿو؟

اهڙيءَ ريت يونان ۾ ۽ خاص طرح اٿينس ۾ اهڙا بہ ماڻهو هئا، جيڪي فطرت جا ڳولهائو هئا، جن ۾ فلسفي اچي وڃن ٿا، جن هڪ پاسي مختلف فلسفي جا نظريا ڏئي شهري رياست جي خدائن کي سواليہ ڪري ڇڏيو هو ۽ سوفسطائين اهو پئي چيو تہ رياستن جا قانون ماڻهن جا ٺهيل آهن. مٿئين سڄي صورتحال کي نظر ۾ رکندي افلاطون ڏنو پئي، تہ جيڪڏهن ماڻهن کي قانون جو پابند نہ ڪيو ويو تہ سماج ٽوڙ ڦوڙ جو شڪار ٿي ويندو ۽ ان تي سُقراط اڳ ۾ ئي تمام گهڻي ويڙهہ ڪري ويو هو. سُقراط جي ڪوشش هئي تہ مذهبي عقيدن بجاءِ علم وسيلي سماج کي سمجهائجي، تہ انصاف ڇا آهي؟ انصاف کي سمجهڻ کان پوءِ سماج ان تي عمل ڪندو. سُقراط وانگر افلاطون بہ ان ڳالهہ جي خلاف هو تہ حق ۽ سچ کي واضح ڪرڻ جو اختيار ديوتائن جي حوالي ڪجي، جنهن جو ذڪر اسان کي مينو ڪتاب ۾ ملي ٿو جنهن ۾ سُقراط چوي ٿو تہ: ”جيڪڏهن همت ۽ جرئت اسان جي روح ۾ شامل آهي (جيڪا اسان کي خدا طرفان ملي آهي) جيڪڏهن اها بي عقل ماڻهوءَ وٽ آهي تہ اها خطرناڪ آهي ۽ جي عقلمند ماڻهوءَ وٽ آهي تہ مددگار آهي.“ اڳتي وڌيڪ چوي ٿو تہ: ”جيڪي شيون/ خاصيتون اسان کي (خدا طرفان) مليل آهن، اهي نہ مددگار آهن ۽ نہ ئي نقصانڪار. اهي مددگار ۽ نقصان واريون عقل ۽ بي عقليءَ جي ڪري ٿين ٿيون، جڏهن تہ عقل جو تعلق انسان سان آهي.“ [1]

مٿئين ڳالهہ ڪرڻ جو مقصد ماڻهن کي فقط اهو ٻڌائڻ نہ هو تہ شيون فائديمند ۽ نقصانڪار ڪهڙي عمل جي ذريعي ٿين ٿيون، پر اصل مقصد اهو هو تہ هيءَ ڳالهہ واضح ڪجي تہ شين/ عملن کي صحيح يا غلط ديوتا نہ ٿا ڪن، پر اهي انسان جي عقل تي دارومدار رکن ٿا. جنهن ڳالهہ ۾ سُقراط سوفسطائين کان تعلق ٽوڙيو ٿي، اها هيءَ آهي تہ عقل انفرادي ناهي، پر گڏيل آهي، جنهن تائين اسان جي پهچ مختلف علمن ۽ ورتائن جي صحيح وصف کي ڄاڻڻ کان پوءِ ٿي سگهي ٿي ۽ سُقراط جي صحيح وصف واري ڳولا، ايتري تہ بي چين ڪندڙ هئي جو ڪو بہ سماج مسلسل ڳولا ۾ هلي نہ ٿي سگهيو. اهڙي ڳولا لاءِ سُقراط جي مزاج جي ضرورت هئي، جيڪا ان وقت يونان جي سماج ۾ موجود نہ هئي. شايد اها اڃا تائين موجوده ايڪيهين صديءَ ۾ بہ تمام ٿورڙائيءَ ۾ هجي.

---

[1] افلاطون جا اعليٰ ڊائيلاگ، مينو صفحو: 53_54

انهن وصفن تي پهچڻ لاءِ برداشت، صبر ۽ ڳولا جي تڙپ جي سماج ۾ اڻاٺ کي ڏسنديءِ افلاطون ان کي آسان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. افلاطون رياست جي ڪتاب ڇهين ۽ ستين ۾ ان ڳالهه کي سمجهائيندي بار بار اها ڳالهه ڪئي آهي تہ اها ڳالهه انتهائي گهرائيءَ کان پوءِ سمجهي سگهجي ٿي، ۽ جيڪڏهن ان کي متاڇري طرح ڏٺو ويجي تہ اها ڳالهه سمجهي نہ سگهبي. افلاطون علم کي حاصل ڪرڻ واري طريقي کي هڪ خاڪي وسيلي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي.

افلاطون پنهنجي خاڪي ۾ انسان پاران علم حاصل ڪرڻ واري عمل کي چئن حصن ۾ ورهائي بيان ڪري ٿو. پهرين حصي ۾ افلاطون چوي ٿو تہ اسان وٽ شين جا عڪس پاڻيءَ جي مٿان پيدا ٿيندڙ ۽ پاڇولي ۾ پيدا ٿيندڙ عڪسن وانگر هوندا آهن، جيڪي دماغ کان ٻاهر هوندا آهن. ٻئي مرحلي ۾ اسين شين جو چٽو ۽ واضح عڪس حاصل ڪندا آهيون، جيئن: ڪرسي، ٽيبل، ڪتاب وغيره؛ ۽ ٽئين مرحلي ۾ اسين پنهنجي دماغ جي اندر شين کي جدا جدا تصور ڪندا آهيون ۽ اسان جي ذهن ۾ جاميٽريءَ جي شڪل جهڙا تصور/ شڪليون جنم وٺنديون آهن. جڏهن تہ چوٿين ۽ آخري مرحلي ۾ (جنهن کي افلاطون جدليات سڏي ٿو) شين کي جدا جدا ڪري نہ پر هڪ ڪري ڏسندا آهيون؛ اسان کي ڪائنات جي سمورين شين ۾ هم آهنگي نظر ايندي آهي.

افلاطون جي علم کي حاصل ڪرڻ واري خاڪي کي، علم حاصل ڪرڻ واري عمل تي لاڳو ڪري ڏسنداسين، تہ اسان کي صحيح محسوس ٿيندو. پهرين اسان وٽ حقيقتون اڻ چٽيون هونديون آهن، جن کي افلاطون پاڻيءَ مٿان پيدا ٿيندڙ عڪس چوي ٿو. پوءِ حقيقتون وڌيڪ واضح ٿينديون آهن. اهي چٽيون ٿي، اسان جي اڳيان ظاهر ٿينديون آهن. جڏهن تہ اسان جي سوچ جو عمل انهن چٽين ۽ واضح حقيقتن کي ٻين کان الڳ ڪري ڏسندو آهي، پر اڳتي هلي پنهنجي آخري درجي تي انهن حقيقتن کي ٻين حقيقتن سان ملائي ڏسندو آهي.

افلاطون جو خيال هو تہ تصور جو وجود فقط ڪنهن هڪ ماڻهوءَ جي ذهن اندر ناهي پر سيني ماڻهن جي ذهنن اندر آهي. افلاطون اها ڳالهه ڪٿي بہ نہ لکي آهي تہ ڪو تصورن جو وجود انسان جي ذهن کان ٻاهر وجود رکي ٿو توڙي جو ڳالهه ٿوري منجهائيندڙ آهي، پر اسين ٿورو غور ڪنداسين تہ اها ڳالهه جيڪا اسان کي منجهائيندڙ محسوس ٿئي ٿي، ايتري ڏکي نہ لڳندي. فرض ڪجي تہ جيڪڏهن تصورن، قدرن، خيالن جو وجود هر ماڻهوءَ جي ذهن ۾ پنهنجو پنهنجو آهي، تہ پوءِ

جڏهن ماڻهو هڪٻئي سان ڳالهائين ٿا، ته اهي هڪٻئي کي ڪيئن قائل ڪن ٿا؟ جيڪڏهن هر ڪنهن وٽ تصور جدا جدا آهن، ته ڪو هڪ شخص جڏهن ٻئي شخص کي بهادري سمجهائيندو ته ٻيو شخص ڪڏهن به بهادري سمجهي نه سگهندو، ڇاڪاڻ ته سمجهائيندڙ ۽ سمجهندڙ جي ذهن ۾ بهادريءَ جو تصور پنهنجو پنهنجو هوندو آهي. نتيجي ۾ ڪوبه ڪنهن کي ڪا ڳالهه سمجهائي نٿو سگهي، ڇاڪاڻ ته هر ڪنهن وٽ تصور پنهنجو پنهنجو آهي. جڏهن ته حقيقت ۾ دنيا ۾ ماڻهو هڪٻئي کي سمجهائين ٿا ۽ ماڻهو سمجهن به ٿا. افلاطون ۽ ان کان اڳ سُقراط ان معاملي کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي ته هر شيءِ ۽ هر لفظ جي جدا جدا معنيٰ ۽ جدا جدا وصف آهي، جيڪا فرد جي ذهن کان ٻاهر وجود رکي ٿي. (ان جو مطلب اهو هرگز ناهي، ته اها ڪا انسان جي ذهن کان ٻاهر وجود رکي ٿي.)

ان کي پاڻ هن ريت سمجهي سگهون ٿا، جهڙيءَ طرح سُقراط اها ڳالهه مينو ۾ هڪ مثال وسيلي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. پاڻ ان ئي مثال جهڙو ٻيو مثال هتي بيان ڪنداسين: ڪو شخص پنجن ماڻهن جي اڳيان چوي ٿو ته چؤڪنڊو ان کي چئبو آهي، جنهن کي چار ڪنڊون هجن ۽ جيڪڏهن ان چؤڪنڊي کي چئن حصن ۾ ورهائي، هر هڪ حصي کي ٻن حصن ۾ ورهائبو ته ٽوٽل اٺ حصا ٿيندا، ته اتي ويٺل ٻيا ماڻهو چوندا ته برابر اُهي اٺ حصا ٿيندا. ان جو مطلب اهو ٿيو ته اهو تصور هر ڪنهن جي ذهن ۾ جدا جدا ناهي، پر هڪڙو آهي، تنهن ڪري سڀ ان کي قبول ڪن ٿا. هيءُ مثال ته ڪٿي ٿيو جاميٽريءَ جو پر اچو ته هڪ ٻئي مثال وسيلي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون. ڪجهه شخص سُنائيءَ تي ڳالهائي رهيا آهن. سُنائي هڪ عمل جو نالو آهي، اها ڪا اسان کي اکين سان نظر ايندڙ ڪانهي. اها رڳو سمجهه ۽ عقل سان تعلق رکي ٿي. انهن شخصن مان هر شخص ڪنهن جي مدد ڪرڻ کي ۽ ڪنهن کي نقصان نه پهچائڻ کي سُنائي ڪري پيش ڪري ٿو ۽ سڀ ان تي سهمت ٿين ٿا، ڇاڪاڻ ته انهن جي ذهن ۾ جيڪو سُنائيءَ جو قدر آهي، ان تي "ٻئي جي مدد ڪرڻ ۽ ٻئي کي نقصان نه پهچائڻ واري عمل تي بيان ڪندڙ جي ڳالهه" پوري لهي ٿي، تنهن ڪري ٻيا سهمت ٿين ٿا. پر ساڳيو شخص چوي ٿو ته ڪنهن بزرگ کي لپاٽ هڻڻ کي سُنائي چئجي؟ جنهن تي سڀ چون ٿا نه.

مٿئين مثال مان اها ڳالهه ثابت ٿئي ٿي ته سُنائيءَ جو تصور سڀني وٽ ساڳيو آهي. هاڻ سوال ٿو پيدا ٿئي ته اهو ساڳيو تصور انهن جي ذهن ۾ ڪيئن آيو؟

چاڪاڻ تہ ان تصور جو اڪين وسيلي پسي سگھجندڙ ٻاهر تہ ڪو وجود ڪونهي.
اهو سوال فقط هن وقت اسان جي ذهنن ۾ نہ پيو اُڀري، اهو سوال ان وقت افلاطون جي دؤر ۾ بہ اُڀريو پئي. افلاطون جي ڊائيلاگ مينو ۾ افلاطون اهو سوال مينو نالي هڪ ڪردار کان پڇرائي ٿو ۽ ان جو جواب سُقراط ڏئي ٿو جنهن جو ذڪر پهرين اچي چڪو آهي. سُقراط ان سوال جو جواب هن طرح ڏئي ٿو تہ: "اها شيءِ اسان وٽ (خدا) فطرت کان نہ آئي آهي، جيئن ماڻهو چون ٿا، ڇاڪاڻ تہ خدا طرفان مليل خاصيتن جو صحيح ۽ غلط استعمال انسان جي عقل تي دارومدار رکي ٿو." ان مان اها ڳالهہ چڱيءَ طرح واضح ٿئي ٿي تہ سُقراط مطابق عمل خدائن طرفان نہ آيو آهي پر اها ماڻهوءَ جي پنهنجي خاصيت آهي ۽ ٻيو تہ سُٺائي (نيڪي) ۽ خرابي (بديءَ) جو تعلق خدائن سان نہ پر ماڻهوءَ جي عقل تي دارومدار رکي ٿو.

افلاطون مختلف ماڻهن جي ذهنن ۾ هڪ جهڙن تصورن کي خدا سان منسوب ڪرڻ بجاءِ اهو سمجهيو تہ ان جو تصور ماڻهوءَ جي ذهن کان ٻاهر آهي. اصل ۾ ان تصور کان پوءِ اسان ۾ گڏيل سماجي شعور جو اصطلاح آيو آهي. گڏيل سماجي شعور هر ڪنهن فرد جي ذهن ۾ جدا جدا ناهي، نہ ڪي اهو ڪنهن دؤر ۾ هڪ ئي وقت رهندڙ ڪنهن سماج جي فردن جي ڪري آيو آهي، پر اهو ان سماج جي سموري تاريخ يعني انسان جي سموري تاريخ، سموري دؤر تي دارومدار رکي ٿو جيڪو ڪنهن هڪ فرد جي ذهن کان ٻاهر ضرور وجود رکي ٿو پر اهو وجود ايئن چئجي تہ سمورن انسانن جي ذهنن کان ئي ٻاهر وجود رکي ٿو غلط ٿيندو.

انسان جي ذهن اندر تصور کي هڪ الڳ وجود جي حيثيت ۾ ڏسڻ جو ڪم سُقراط ۽ افلاطون جو آهي، پر ٻنهي اهو واضح ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي تہ اهو وجود ڪيئن جڙيو تنهن ڪري اها شيءِ انتهائي منجهيل رهي. جڏهن تہ انساني قدرن، تصورن ۽ نظرين جو وجود سموري انسانذات جي گڏيل محنت جو نتيجو آهي، ان جي وجود کي ڪڏهن بہ ٻين مادي شين جي وجود وانگر تصور ڪرڻ نہ گهرجي، نہ ڪي ايئن سُقراط ۽ افلاطون ڪيو. تصورن بابت افلاطون جي ڪيل ڇنڊڇاڻ علميات جي دائري ۾ اچي ٿي. تاريخ ۾ ان کي علميات جي دائري ۾ آندو ويو آهي. افلاطون تصورن جي وجود بابت سندس ڪتاب فياڊو ۾ ڪجھ هن طرح بيان ڪيو آهي تہ:

"آءٌ پنهنجي دل ۾ (دماغ ۾) سڌيءَ ۽ سادي طرح يا شايد بيوقوفيءَ سان ايئن سمجهان ٿو تہ خوبصورتيءَ جي ڪري شيون خوبصورت ٿيون آهن."

ان کي جيڪڏهن اجا سولو ڪري بيان ڪجي، تہ شيون اسين خوبصورت ان ڪري چئون ٿا، ڇاڪاڻ تہ اسان وٽ خوبصورتيءَ جو تصور آهي. جيڪڏهن اسان وٽ خوبصورتيءَ جو تصور نہ هجي، تہ اسين ڪنهن بہ شيءِ کي ڪيئن چئون تہ اها خوبصورت آهي. اڄ جي دنيا ۾ بہ خوبصورتيءَ جي تصور کي قبول ڪيو وڃي ٿو جهڙوڪ: ايشيا ۾ ان عورت کي خوبصورت چيو وڃي ٿو جيڪا سنهي هجي، قد مناسب هجيس، رنگ اڇو يا مشڪي هجيس، چپ سنها هجنس، چيلهہ سنهي هجيس، جڏهن تہ آفريڪا ۾ خوبصورت ان عورت کي چيو وڃي ٿو جنهن جو رنگ ڪارو، چپ ٿلها، چيلهہ ڪان هيٺ ٿولهہ هجي. ايئن ڇو آهي، تہ آفريڪا جو ماڻهو هڪ عورت کي حَسين ۽ خوبصورت چوي ٿو جڏهن تہ ايشيا جو ماڻهو ٻيءَ عورت کي؟ ڇاڪاڻ تہ آفريڪا ۾ حَسين عورت جو تصور ۽ معيار هڪڙو ۽ ايشيا ۾ ٻيو آهي. پوءِ ان کي افلاطون جي لفظن ۾ چئجي تہ آفريڪا جو ماڻهو خوبصورتيءَ واري تصور جي بنياد تي هڪ عورت کي خوبصورت چوي ٿو جڏهن تہ ايشيا جو ماڻهو خوبصورتيءَ جي هڪ جدا معيار ۽ تصور جي بنياد تي ٻيءَ عورت کي خوبصورت چوي ٿو يعني ٻنهي جي خوبصورتي- تصورن جي بنياد تي دارومدار رکي ٿي.

مٿئين تصور مان اسين واضح طرح سمجهي سگهون ٿا تہ افلاطون ڪهڙي بنياد تي تصورن جي وجود جي ڳالهہ ڪئي ۽ انهن تصورن جي بنياد تي شين کي پرکڻ جي ڳالهہ ڪئي. افلاطون اڳيان بہ نظريا اهم هئا ۽ ٻنهي جا پنهنجا پنهنجا دليل هئا، ٻنهي کي رد ڪرڻ ايترو سولو نہ هو. هڪ نظريو هو پرمينائيڊز جو جنهن مطابق حواس اسان کي دوکو ڏين ٿا ۽ فطرت ۾ ڪا بہ تبديلي ڪانهي. ٻيو هو هراقلطيس جو تہ هر شيءِ مسلسل تبديليءَ ۾ آهي، ڪا بہ شيءِ رُڪيل نہ آهي. افلاطون هن تصور واري ڳالهہ ۾ (خود تصور لفظ افلاطون جي سوچ جي مڪمل نمائندگي نہ ٿو ڪري، اڄ جي جديد اصطلاح (Terminology) ۾ استعمال ٿيندڙ لفظ "قدر" ان جي ڪنهن قدر ويجهو آهي) ٻنهي نظرين (هراقلطيس ۽ پرمينائيڊز واري نظريي) کي ملائي پيش ڪيو. افلاطون موجب شين جا تصور/ قدر اڻ تبديل ٿيندڙ ۽ دائمي آهن ۽ جڏهن تہ اسان کي نظر ايندڙ دنيا/ مادي دنيا تبديل ٿيندڙ آهي. افلاطون ڪانئس پهرين آيل ٻين فلسفين وانگر ايئن نہ چيو تہ: "حقيقت يا تہ تبديل ٿيندڙ آهي يا تہ اها دائمي، رڪيل ۽ منجمند آهي." پر افلاطون اهو چيو تہ حقيقت (مادي دنيا) تبديل ٿيندڙ بہ آهي ۽ حقيقت

(تصور/ قدر) تبديل نہ ٿيندڙ دائمي ۽ لازوال بہ آهي. افلاطون جو ڪڍيل اهو حل بي انتها ماڻهن جي لاءِ قابلِ قبول هو. توڙي جو اها حقيقت بہ تاريخ ۾ رقم آهي، تہ افلاطون تصورن/ قدرن جي نظريي تي مڪمل واضح ۽ چٽو نہ هو. هن ان تصور واري نظريي (خود اهو سوال بہ پنهنجي جاءِ تي موجود آهي تہ ان کي تصورن جو نظريو چئجي يا نہ. پر ان تي بحث ڪرڻ هن وقت غير ضروري ٿيندو) جي دفاع ۾ اهو چيو آهي، تہ آءٌ سمجهان ٿو تہ ايئن هوندو. افلاطون ان تي قطعي معنيٰ ۾ واضح ناهي تہ ايئن آهي. افلاطون جي ايئن چوڻ جو مقصد هيءُ هو تہ هنهي نظرين جي دليلن جي بنياد تي سچائين کي قبول ڪجي ۽ ان ۾ قابو نہ ٿجي، تہ هيءُ نظريو صحيح آهي يا هو.

افلاطون پنهنجين لکڻين ۾ سڌن حملن بجاءِ اڻ سڌا حملا ڪيا. ان ڳالهہ جو اندازو پهرين ڪيل ڳالهہ ٻولهہ مان لڳائي سگهجي ٿو. "ڪا شيءِ (سُٺائيءَ جو تصور) اسان وٽ خدا (فطرت) کان نہ آئي آهي، جيئن ماڻهو چون ٿا، ڇاڪاڻ تہ خدا طرفان مليل خاصيتن جو صحيح ۽ غلط استعمال انسان جي عقل تي دارومدار رکي ٿو."[1]

ڳالهہ ڪئي اٿس سُٺائيءَ ۽ خرابيءَ جي ۽ ان جي تصورن جي، پر اڻ سڌيءَ طرح نتيجو اهو ڪڍيو اٿس، تہ اها ديوتائن تي دارومدار نٿي رکي، بلڪ عقل تي دارومدار رکي ٿي. اهڙيءَ طرح هن ٻيو حملو شاعرن تي تنقيد جي ذريعي ڪيو آهي. اسان کي خبر آهي تہ هومر، هيزائيڊ ۽ پندار جي ان وقت يونان ۾ ڪهڙي حيثيت هئي. افلاطون سڌو هومر تي تنقيد ڪرڻ بجاءِ شاعريءَ جي چير ڦاڙ ڪئي ۽ چيو تہ شاعريءَ ۾ تعريف ۽ وڏاءُ رواجي ڳالهہ آهي. پوءِ هو ڳالهائي ٿو شاعرن تي، هڪ شاعر آهي ۽ ان پنهنجي شاعريءَ ۾ وڏاءُ ڪري پيش ڪيو آهي، تنهن ڪري اسين ان کي هڪ سند طور پيش نہ ٿا ڪري سگهون. وڌيڪ رياست ۾ لکي ٿو تہ ڇا ان ماڻهوءَ جي جنگ بابت راءِ کي اهميت آهي، جنهن ڪڏهن بہ جنگ وڙهي نہ هجي؟

پوءِ ٻئي ڪردار کان جواب ڏياري ٿو تہ: "نہ." وڌيڪ لکي ٿو تہ جيڪڏهن جنگ ۾ شريڪ نہ ٿيندڙ ماڻهوءَ جي راءِ غير اهم آهي، تہ پوءِ هومر جنگ جا قصا لکيا آهن. جڏهن تہ اهو پاڻ ڪنهن بہ جنگ ۾ شريڪ نہ ٿيو آهي، تنهن ڪري

---

[1] مينو ليڪ افلاطون

سندس جنگ بابت ڪيل ڳالهيون ناتجربيڪاريءَ تي ٻڌل آهن، انهن کي صحيح نہ سمجهڻ گهرجي. گڏوگڏ اهو بہ لکيو اٿس، تہ هومر ۽ هيزائيڊ ديوتائن جي اهڙي شڪل پيش ڪئي آهي، جنهن ۾ اُهي حڪمرانن جي مدد لاءِ سازشون جوڙين ٿا. جڏهن تہ ديوتا سازشون جوڙي نٿا سگهن. افلاطون اهڙيءَ ريت هڪ ئي وقت تي ٽن شين تي حملو ڪيو. پهرين شاعريءَ تي ڳالهائي اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين تہ ان کي سند طور اسين پيش نٿا ڪري سگهون، ڇاڪاڻ تہ اها تعريف ۽ وڏائي تي دارومدار رکي ٿي. ٻيو تہ هومر جيڪو ان دؤر ۾ تمام وڏي اهميت رکندو هو تنهن لاءِ اهو ثابت ڪرڻ تہ جنگ، رياست جي معاملي ۾ هو سند جي حيثيت نٿو رکي. ٽيون تہ ديوتا حڪمرانن جي عوام دشمن، انسان دشمن سازشن ۾ شريڪ نٿا ٿي سگهن. حڪمران ان وقت پنهنجي بدترين عملن کي خدا جي راضي هجڻ جو رنگ ڏئي عوام کي پست پٽي ڪيو ۽ انهن جي ڪاوڙ کي ٿڌو ٿي ڪيو تہ اهو سڀ ڪجهہ ديوتائن جي رضامنديءَ سان ٿيو آهي. پر افلاطون متئين ڳالهہ ڪري، اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ ديوتا ڀلائيءَ جي ڪم ۾ شريڪ ٿي سگهن ٿا، پر بديءَ جي ڪمن ۾ نہ. ان لاءِ بہ افلاطون جملن جي ڏاڍي خوبصورت جوڙجڪ ڪئي آهي: پڇيائين تہ جيڪڏهن ڪو فرد چڱي تہ فلاڻو ڪم خراب آهي تہ ڇا اهو چڱي واٽي اهو خراب ڪم ڪندو؟ جواب آهي نہ. تہ پوءِ ديوتا خراب ڪم ڪيئن ڪندا؟ اهي فقط سُٺا ڪم ڪري سگهن ٿا. افلاطون اهڙيءَ طرح چڙواڳ ديوتائن کي اخلاقيات جي حدن اندر قابو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

افلاطون چيو تہ سندس رياست ۾ ڏند ڪٿائن تي بہ پابندي هوندي، ڇاڪاڻ تہ اهي ڏند ڪٿائون ديوتائن جي انهن ڪمن تي دارومدار رکن ٿيون، جيڪي اخلاقيات جي دائري کان ٻاهر آهن. افلاطون پنهنجي رياست ۾ شاعريءَ تي پابنديءَ جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن تي تمام گهڻو ڪجهہ لکيو ويو آهي، پر افلاطون شاعريءَ جي خلاف نہ هو پر فقط ان شاعريءَ جي خلاف هو جيڪا عوام جي خلاف هئي، ان کي ناسمجهيءَ ۽ جهالت وارن عقيدن طرف راغب ڪري رهي هئي. جڏهن تہ افلاطون واري رياست ۾ انهن شاعرن کي اجازت هئي، جيڪي جوش، ولولو ۽ همت پيدا ڪن. گڏوگڏ عشقيہ شاعري ڪندڙن کي بہ اجازت هئي، ڇاڪاڻ تہ اهي ماڻهن کي خوشي پهچائين ٿا ۽ ان ۾ ڪنهن کي نقصان نٿو ٿئي.

افلاطون رياست ۾ مختلف سياسي نظامن، جهڙوڪ: جمهوريت، ارسٽوڪريسي (اميرن جي حڪومت)، جابريت ۽ آلگارڪي (چند ماڻهن جي

حڪومت) تي تفصيلي بحث ڪيو آهي ۽ انهن جي نقصانن ۽ فائدن تي لکيو آهي، جيڪي اڄ بہ اسان کي صحتمند نظر ايندا.

افلاطون جنهن تصور ۾ سيني کان اُن وقت اڳتي هو، اهو هيءُ تصور هو تہ ماڻهوءَ کي نئين سر جوڙي سگهجي ٿو بشرطيڪ ان جي ننڍپڻ کان وٺي تربيت ڪئي وڃي. افلاطون جي سماجي مشاهدي جي گهرائيءَ جو اندازو اسان هيٺين مثال مان لڳائي سگهون ٿا:

افلاطون جي ڪتاب رياست ۾ گلاڪون کان سُقراط پڇي ٿو تہ: (واضح رهي تہ گلاڪون ۽ سُقراط افلاطون جا ڪردار آهن، جن کان هو ڳالهرائي ٿو) "جج ڪنهن کي مقرر ڪيو ويندو؟" تنهن تي گلاڪون چوي ٿو تہ: "انهن ماڻهن کي، جيڪي پنهنجي طبيعت ۾ ايماندار هجن." سُقراط وري پڇي ٿو تہ: "اهڙن ماڻهن کي سماج ۾ ڇا ٿو چيو وڃي؟" پوءِ پاڻ ئي جواب ڏئي ٿو تہ: "سادو! سماج اهڙن ماڻهن کي سادو سمجهي ٿو." تنهن تي گلاڪون پڇيس ٿو: "تہ پوءِ ڪنهن کي جج ڪجي؟" ان تي سُقراط جواب ڏئي ٿو تہ: "ماڻهو اهي ئي هوندا، پر انهن کي چڏيو ويندو تہ اهي وڃي پنج سال ڏوهارين سان گڏ رهن، ڏوهن کي سمجهن، ڏوهارين جي نفسيات کي سمجهن ۽ ان کان پوءِ ئي هو صحيح فيصلو ڪري سگهندا." ان ڳالهہ جي نہ فقط تڏهن اهميت هئي، پر اڄ بہ ان ڳالهہ جي اهميت آهي. افلاطون جو سماجي مشاهدو انتهائي گهرو آهي.

افلاطون جي رياست ۾ مٿئين ڪلاس کي ڪابہ اهميت نہ هئي. هر ڪنهن کي اهليت تي عهدو مليو ٿي. ڪوبہ رياست جو حڪمران ٿي سگهيو ٿي، جيڪڏهن اهو ان اهليت تي پورو لهي. افلاطون جي نظر ۾ عورت ۽ مرد برابر صلاحيتون رکن ٿا. افلاطون جي رياست ۾ عورت بہ حڪمران ٿي سگهي ٿي.

رياست ۾ هيڊونزم (Hedonism) (يعني اهو عمل صحيح آهي، جنهن سان خوشي حاصل ٿئي ٿي) تي بحث ڪيو ويو آهي ۽ ان کي رد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. گڏوگڏ تنهن وقت اٿينس ۾ موجود ٻين نظرين تي بہ بحث ڪيو ويو آهي، جهڙوڪ: جيڪو ڏاڍو سو گابو وارو نظريو، خدائن طرفان ٻڌايل نيڪيءَ وارو نظريو وغيره. خدائن جي ٻُڌايل نيڪيءَ واري نظريي تي افلاطون رياست ۾ ۽ رياست کان پهرين مينو ۾ بحث ڪيو آهي، تہ ان کي نيڪي چئي سگهجي ٿو جيڪا ماڻهن جي گهڻائيءَ لاءِ فائديمند هجي، پوءِ ڀلي اها خدائن طرفان ٻُڌايل هجي يا نہ.

رياست ۾ افلاطون ڏند ڪٿائن تي پابندي هڻڻ جي ڳالھ ڪئي آهي ۽ گڏوگڏ اها ڳالھ بہ ڪئي آهي تہ هن بيان ڪيل رياست ۾ ڪجھ نسلن کان پوءِ ڏند ڪٿائن جي ضرورت ئي نہ پوندي، پر شروعاتي طور تي اسين مجبوراً ڪجھ ڏند ڪٿائن جو استعمال ڪنداسين، پر اهي ڏند ڪٿائون اسان جون ٺهيل هونديون. هاڻ اسان پاڻ فيصلو ڪريون تہ افلاطون وٽ مذهب ۽ ديوتائن جي ڪيتري اهميت هئي. افلاطون رياست ۾ اٿينس جي ماڻهن کي مخاطب ٿيندي، اصل ۾ سموري انسانذات کي بنا ڪنهن ذاتي فائدي ۽ حوس جي، سموري رياست/ سموري انسانذات جي لاءِ ڪم ڪرڻ واري ڳالھ تي زور ڀريو آهي. سندس تحرير ڪيل رياست ۾ حڪمران وٽ ڪابہ ملڪيت ۽ ڪابہ جاگير ناهي.

جنگ ۾ مخالفن جي قيدي فوجين سان ڪھڙو ورتاءُ ڪجي، ان تي بہ افلاطون رياست ۾ تمام گھڻو ڪجھ لکيو آهي، جنهن ۾ اهو چيو ويو آهي تہ مخالف رياست جي قيدين سان بدتر سلوڪ ڪرڻ بجاءِ بهتر سلوڪ ڪجي، ڇاڪاڻ تہ اهي پنهنجيءَ رياست لاءِ بهادريءَ سان وڙهندا رهيا، انهن جي شان ۾ تقريبون ڪجن ۽ گڏوگڏ مخالف رياست جا اهي فوجي، جيڪي جنگ ۾ شهيد ٿي ويا هجن، انهن جي لاشن جي بي حرمتي ڪرڻ بجاءِ انهن کي وڏي اعزاز ۽ احترام سان دفنائجي. ڇاڪاڻ تہ انهن پنهنجيءَ رياست لاءِ سچائيءَ ۽ بهادريءَ سان وڙهندي موت کي قبوليو.

ان قسم جي سوچ اسان کي سڄي يونان، مصر، ويجهي ايشيا ۽ وچ ايشيا ۾ ڪٿي بہ نٿي ملي.

افلاطون رياست جي ڏهن ئي ڪتابن ۾ مسلسل اها ڪوشش ڪندو رهيو تہ ماڻهو ذاتي لالچ، حوس، لوڀ کان بالاتر ٿي، انهن کي ٿُڏي، اجتماعي خوشيءَ، بهبوديءَ ۽ فلاح لاءِ ڪم ڪري، پر ان قسم جي سوچ، اتي جي ماڻهن جي لاءِ قابلِ قبول نہ هئي. اهڙي قسم جي سوچ اڄ جي انسان جي گهڻائيءَ لاءِ بہ، توڙي جو اڄ جو انسان تمام گھڻو مهذب ٿي چڪو آهي، قابلِ قبول ناهي. هوا‌هو ڏسڻ چاهي ٿو تہ آءٌ هي سڀ تڪليفون سهان ۽ مشڪلاتون برداشت ڪريان، پر مون کي ذاتي طرح ڇا ملندو؟

نيٺ افلاطون مجبور ٿي، رياست جي ڏهين ڪتاب جي آخر ۾ ڏند ڪٿا جو ذڪر ڪيو آهي. افلاطون کي پڙهندڙ آسانيءَ سان اهو ڄاڻي وٺندا تہ افلاطون ان تي بحث ڪرڻ نہ چاهيو آهي، جڏهن تہ سندس ٻين سڀني ڏنل ڳالهين تي

تفصيلي بحث ٿيل آهي. ان ڏند ڪٿا ۾ هن هڪ ماڻهوءَ جو ذڪر بيان ڪيو آهي، جيڪو مري چڪو آهي، پر اتفاق سان اهڙي هنڌ تي گذاري ويو آهي، جتي ڇهن ڏينهن تائين ان جي لاش جي ڪنهن کي بہ خبر ڪانہ پئي آهي. پنجين ڏينهن تي جڏهن اُن کي غسل ڏيئي (واضح رهي تہ لاش ٿڌي علائقي ۾ پيل هو. تنهن ڪري خراب نہ ٿيو) عطر ۽ خوشبو هڻي، ان کي دفنائڻ جون رسمون پئي ادا ڪيون ويون، تہ اهو زندهہ ٿي پوي ٿو ۽ سڄي روئيداد ٻڌائي ٿو. جنهن ۾ هو اها ڳالهہ ٻڌائي ٿو تہ جنهن هتي خراب عمل ڪيا، انهن کي ڏهوڻي سزا ملي رهي آهي ۽ جن هتي سُٺا عمل ڪيا، انهن کي ڏهوڻ تي انعام ۽ خوشيون ملي رهيون آهن.

واضح رهي تہ اهو تصور افلاطون جي بيان ڪرڻ کان اڳ يونان، مصر ۽ عراق ۾ موجود نہ هو تہ زندگيءَ ۾ ڪيل عملن جو آخرت ۾ ڏهوڻ تي اُجورو ملندو.

افلاطون جي مجبوريءَ ۾ ڏنل ان ڏند ڪٿا جو ڪيترو اثر ٿيو. اهو اسين عيسائيت ۽ عيسائيت جو جن جذبن تي اثر آهي، مان ڏسي سگهون ٿا.

افلاطون هن ڪائنات جي باري ۾ چيو آهي، تہ مادي ۾ پهرين حرڪت نہ هئي، پر ان کي پاڻ مرادو حرڪت واري قوت حرڪت ڏني، جنهن کي ڏاهپ ۽ ذهن بيان ڪري ٿو. پر افلاطون ايئن نہ چيو تہ اها ڪو زيوس ديوتا يا ٻيو ڪو ديوتا هو.

افلاطون پنهنجي ڪتاب قانون (Laws) ۾ سندس هڪ ڪردار ڪان اهو چورائي ٿو تہ خدائن جا تصور انسانن جوڙيا آهن.

افلاطون جي لکتن کي سندس عمر جي حساب سان ٽن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. سندس شروعاتي لکتن ۾، جيڪي 399 کان 387 ق. م ۾ لکيون ويون آهن، هي ڊائيلاگ اچن ٿا. ڪارمائيڊيس (Charmides)، جنهن ۾ برسات کي بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي، لائيسس (Lysis) جنهن ۾ دوستيءَ تي بحث ڪيو ويو آهي. هن جو ترجمو سنڌيءَ ۾ دوستيءَ جي نالي سان شايع ٿيو آهي. لئچز (Laches) جنهن ۾ سُقراط جي پروٽاگورس سان ملاقات ٿئي ٿي. هن ڊائيلاگ ۾ علم ۽ نيڪيءَ تي بحث مباحثو ڪيو ويو آهي. يوٿائفرو (Euthyphro)، هن ۾ خدا جي احترام تي ڳالهايو ويو آهي.

مٿي ذڪر ڪيل ڊائيلاگ ۽ جمهوري رياست (Republic) جو پهريون ڪتاب سندس شروعاتي لکتن ۾ شامل ٿين ٿا. سندس وچين عمر جي لکتن ۾، جيڪي 387 ق. م کان 360 ق. م ۾ لکيون ويون آهن، انهن ۾ هي ڊائيلاگ اچن ٿا. جارجيس (Gorgias) جنهن ۾ سُقراط جي جارجيس سوفسطائي سان ملاقات جو ذڪر آهي ۽

جنهن ۾ اخلاقيات تي بحث مباحثو ڪيو ويو آهي. معذرت (Apology)، جنهن ۾ سُقراط سندس مٿان ٿيل مقدمي جو ڪيس وڙهي ٿو. ڪرائٽو (Crito) جنهن ۾ سُقراط جي پنهنجي دوستن سان آخري ملاقات ۽ زهر جو پيالو پيئڻ جا منظر شامل آهن، مناظرو (The Symposium) جنهن ۾ يونان جي مختلف مفڪرن جون پيار تي ڪيل تقريرون شامل آهن ۽ يوٽوپيا (The Republic) شامل آهن. سندس عمر جي آخري حصي وارن ڪتابن ۾ سوفسطائي (Sophist)، پرومينيدا (Promennida)، تائيمياسس (Timaeus)، ٿيئسٽيٽس (Theatetus)، فليبس (Philebus) ۽ قانون (Laws) شامل آهن.

# ارسطو (Aristotle)

ارسطو سُقراط کي زهر جو پيالو پيارڻ واري واقعي کان پندرنهن سال پوءِ 384 ق.م ۾ استيجيرا (Stagira) شهر ۾ نکوماکس (Nichomaches) نالي هڪ طبيب جي گهر ۾ ڄائو. نکوماکس پنهنجي دؤر جو وڏو طبيب هو ۽ هيءَ سڪندراعظم جي ڏاڏي امينتاس (Amyntas) جي شاهي دربار جو طبيب هو. ارسطوءَ جي ماءُ فائيستس (Phaestis) يوبيا (Euboea) جي امير گهراڻي سان تعلق رکندي هئي. ارسطوءَ کي استيجيرا ۾ ڄمڻ ڪري "ارسطو استيجيرا وارو" پڻ چيو وڃي ٿو. استيجيرا شهر اٿينس کان 200 ميل اُتر طرف هو. ارسطو نسلي طرح يوناني هو.

نکوماکس جي خواهش هئي تہ ارسطو سندس پيشو اختيار ڪري، تنهن ڪري ننڍپڻ ۾ ارسطوءَ کي طب جو ڪم سيکارڻ شروع ڪيائين. ارسطو پيشي جي لحاظ کان طبيب تہ نہ ٿيو پر سندس طب سان لاڳاپي جي ڪري علم حياتيات (Biology) جو بنياد پيو. ارسطوءَ جي فلسفي تي بہ طب واري ڄاڻ جو تمام گهڻو اثر ملي ٿو بلڪ ايئن چئجي تہ ارسطوءَ جي فلسفي جي رُخ تعين ڪرڻ ۾ سندس طب سان لاڳاپيل هجڻ بنيادي ۽ اهم ڪردار ادا ڪيو تہ وڌاءُ نہ ٿيندو.

ارسطو جي ٻارهن تيرنهن سالن جي ڄمار ۾ سندس پيءُ نکوماکس گذاري ويو. ارسطوءَ جي نوجوانيءَ ۾ سندس ماءُ گذاري وئي. ارسطو پيءُ جي وفات کان پوءِ پروکسزينس (Proxenus) جي سنڀال هيٺ هليو ويو. پروکسزينس بابت تاريخ

۾ ٻه رايا آهن. هڪڙن جو چوڻ آهي ته هيءُ ارسطوءَ جو چاچو هو ۽ ٻين جو چوڻ آهي ته هيءُ نڪوماڪس جو دوست هو.

ارسطو جڏهن سترهن سالن جو ٿيو ته پروڪسزينس کيس اٿينس ۾ افلاطون جي اڪيڊميءَ ۾ پڙهڻ لاءِ موڪليو. ارسطوءَ پنهنجو پاڻ کي اڪيڊميءَ جو ذهين ترين شاگرد مڃرايو. افلاطون- ارسطوءَ کي ارسطوءَ جي نالي سان نه پر "ريڊر" يعني پاڙهوءَ جي نالي سان سڏيندو هو. ارسطو ٻاويهه سال اڪيڊميءَ ۾ هو. افلاطون جي وفات کانپوءِ هن اڪيڊميءَ کي الوداع چئي، افلاطوني (Platonist) زينوڪريٽ سان گڏجي ايشيائي ڪناري جو رخ ڪيو ۽ ليسباس (Lesbos) ٻيٽ جي سامهون واري شهر اساس (Assos) ۾ وڃي رهيو. هتي جو ماحول پُرامن هو. هن شهر جو حڪمران هرميئاس (Hermeias) هو. اساس (Assos) فارسين جي ڏن ڀريندڙ شهري رياست هئي. هيءَ شهري رياست هڪڙي ننڍڙي قبيلائي رياست هئي. هرميئس Hermeias افلاطون جي سياسي فلسفي ۾ دلچسپي هجڻ جي ڪري افلاطون جي اڪيڊميءَ جا ٻه ميمبر ايراسٽس (Erastus) ۽ ڪوريس ڪاس (Coriscos) افلاطون جي سفارشن تي مستقل مهمان طور پنهنجي دربار ۾ گهرايا. هيءُ اهو حڪمران هو جنهن جو فلسفي سان چاهه هو جنهن جي ڳولا افلاطون سسليءَ ۾ ڪري رهيو هو. (Hermeias) انهن ٻن فلسفين جي صلاح تي آئين کي جديد بڻايو. افلاطون جي موت کانپوءِ ارسطو ۽ زينوڪريٽ کي هرميئياس (Hermeias) گرمجوشيءَ سان ڀليڪار ڪئي ۽ ارسطوءَ کي پنهنجي ڀائيٽيءَ جو سڱ به ڏنائين. ارسطو اساس (Assos) ۾ هلندڙ اسڪول ۾ پنهنجي رهائش دوران مسلسل 3 سال ليڪچر ڏنا. ان کان پوءِ چاليهن سالن جي ڄمار ۾ ارسطو ٻه سال ليس باس (Lesbos) ٻيٽ جي شهر مائيليليني (Milylene) ۾ گذاريا. هتي سندس شاگرد ۽ دوست ٿيوفرٽس (Theophrastus) جو گهر هو. اتان کان پوءِ هيءُ 342 ق.م ۾ تنهن دؤر ۾ يونان جي وڏي ۾ وڏي بادشاهه فلپ جي دعوت تي، فلپ جي پٽ سڪندر جي استاد طور مقدونيا جي شهر پيلا (Pella) ويو. هتي اها ڳالهه نوٽ ڪرڻ جهڙي آهي ته فلپ پنهنجي پٽ جي تعليم لاءِ هڪ فلسفيءَ کي چو چونڊيو. سڪندر جي عمر تنهن وقت تيرنهن سال مس هئي. شهزادي جي استاد ٿيڻ کانپوءِ ارسطوءَ جي هرميئياس (Hermeias) جي مقدونيا واري رياست سان ويجهڙائي ٿي. مقدونيا فارسي قبضي کان آزاد هئي. ان ويجهڙائيءَ جي ڪري هرميئياس (Hermeias) کي فارسي بادشاهه مقدونيا سان سازباز ڪرڻ جي الزام ۾ گرفتار

ڪرايو ۽ بي رحميءَ سان تشدد ڪري ڪيس قتل ڪري ڇڏيو. هرميئياس (Hermeias) جي اعزاز ۾ ارسطو ڊيلفائي ۾ نظم لکيو. پيلا (Pella) ۾ ارسطوءَ جي هڪ شهزادي جي استاد طور مقرريءَ جي ڪري ڪيس بي انتها موقعا مليا ۽ ارسطو هڪ پرنس کي تعليم ڏئي افلاطون جي خواهش وانگر فلسفي بڻائڻ جي ڪوشش ڪئي. ارسطو اُتي فلپ جي موت تائين رهيو ۽ سڪندر جي 336 ق.م ۾ اٿينس تي ڪاهه ڪانپوءِ اٿينس آيو. 339 ق.م ۾ افلاطون جو پاڻيجو اسپئيوسيپس (Speusippus). گذاري ويو ۽ ان کان پوءِ اڪيڊميءَ جو سربراهه زينوڪريٽ ٿيو. ارسطو اٿينس ۾ اڪيڊميءَ ۾ وڃڻ بجاءِ لائيسيم (Lyceum) علائقي ۾ اسڪول کوليو. هن جي اسڪول ۾ صوفين وانگر نالا رکيا ويندا هئا. هن اتي هڪڙي لائبريري قائم ڪئي. اسڪول جو ماحول اڄ جي مطابق جديد معنيٰ ۾ فلسفياڻي هجڻ کان وڌيڪ سائنسي هو.

ارسطو اسڪول لاءِ ڪتاب گڏ ڪرڻ لاءِ پئسي کي پاڻيءَ وانگر وهايو. ارسطوءَ بابت چيو وڃي ٿو تہ يونان ۾ هي پهريو ماڻهو هو جنهن ڪتابن کي گڏ ڪرڻ لاءِ ايترو پئسو خرچ ڪيو. جڏهن تہ ٻيو ماڻهو Euripidas هو. سڪندر جو استاد هجڻ ڪري تحقيقي ڪم ۾ ارسطوءَ کي تمام گهڻي مدد ملي. سڪندر پنهنجن شڪارين ۽ مهاڻن کي خاص حڪم ڏنا تہ ارسطو جيئن چوي، تيئن ڪريو. ارسطوءَ لاءِ مختلف ذاتين جا جاندار ڪٺا ڪريو.

سڪندر ارسطوءَ جي ڪيتري عزت ڪندو هو ان جو اندازو پلوٽارڇ جي لکيل ڳالهہ مان لڳائي سگهجي ٿو. پلوٽارڇ لکي ٿو "سڪندر ارسطوءَ جي بي انتها عزت ڪندو هو ۽ چوندو هو تہ مون کي زندگي هڪڙي طرفان (فلپ طرفان) ملي آهي ۽ مون کي زندگيءَ جو فن ارسطوءَ وٽان مليو آهي."

ارسطو پنهنجي اسڪول ۾ اڪثر ڪري چهل قدمي ڪندي ليڪچر ڏيندو هو. اڳتي هلي ان عادت جي ڪري سندس پوئلڳن تي چهل قدمي ڪندڙ Peripatetic جو نالو پئجي ويو. ارسطو اٿينس ۾ اچڻ کان پوءِ اسڪول ۾ تعليم ڏيڻ سان گڏوگڏ تيرنهن سال لکت ۾ ڪم ڪيو.

ارسطو اسڪول ۾ ٻن قسمن جا ليڪچر ڏيندو هو. هڪ عام ماڻهن لاءِ ٻيو اڳتي وڌيل شاگردن لاءِ. صبح جو اڳتي وڌيل شاگردن لاءِ ۽ شام جو علم سان چاهہ رکندڙ عام ماڻهن لاءِ.

اٿينس ۾ مقدونيا جي رياست خلاف تمام گھڻي نفرت هئي، پر اها سڪندر جي طاقت جي ڪري دٻيل هئي. سڪندر جي موت جي خبر جيئن اٿينس پهتي تہ اٿينس جي اسيمبليءَ مقدونيا کان آزاديءَ جو اعلان ڪيو. ارسطوءَ جو مقدونيا سان تعلق هجڻ ڪري، ارسطوءَ تي بہ ردعمل ظاهر ٿيو ۽ هن تي بہ اهو ئي الزام لڳو جيڪو ڪڏهن اين ايگزاگورس تي ۽ ڪڏهن سُقراط تي لڳو. يعني لاخدايت جو الزام. ارسطوءَ تي لاخدايت جو الزام هڻي مقدمو داخل ڪيو ويو. ارسطوءَ کي ڪارروائيءَ کان ڍپ نہ هو پر هن کي خبر هئي تہ سندس خلاف مقدونيا جي محرڪ جو ڪم مقدونيا خلاف نفرت ڏئي رهي آهي. ان ڪري ارسطو اٿينس کي ڇڏي ويجي Euboea جي شهر Chalcis ڪالسس ۾ رهڻ لڳو. ارسطو اٿينس ڇڏڻ وقت چيو تہ:

"The athanaiains might not have another opportunity of singing against philosophy as they had already done in the person of socrates."

"اٿينس جي رهواسين کي فلسفي جي خلاف ڏوهہ ڪرڻ جو ٻيهر موقعو نہ ملندو جيئن اهي سُقراط کي زهر ڏياري ڏوهہ ڪري چڪا آهن."

ارسطو ڪالسس ۾ فقط هڪ سال زندهہ رهيو. 322 ق.م ۾ معدي جي خرابيءَ جي ڪري گذاري ويو.

ڪيترن ئي ڏاهن جو چوڻ آهي تہ ڪيترن ئي علمن ۽ سائنسن جي تاريخ تيستائين اڻپوري آهي، جيستائين ارسطوءَ جو ذڪر نٿو ٿئي. ارسطوءَ لاءِ ابن رشد چيو آهي تہ "ارسطوءَ جهڙو نہ ڪنهن ماءُ ڄڻيو ۽ نہ ڄڻيندي" ارسطوءَ جي انساني شعور جي تاريخ ۾ هڪ منفرد ۽ شاندار حيثيت آهي. ارسطو- يونان کي عظمت جي بلندين تائين پهچايو ۽ گڏوگڏ يونان کي اڳتي وڌڻ کان روڪي ڇڏيو ۽ يونان جي فڪري زوال جو سبب بڻيو. ارسطو ڇاڪاڻ تہ ايڏي وڏي اختياري هو جنهن کي ان دؤر ۾ ڪوبہ چئلينج ڪرڻ جي پوزيشن ۾ نہ هو تنهن ڪري يونان جو علم ۽ فڪر هڪ هنڌ بيهي رهيو. تاريخ ۾ ارسطوءَ جهڙا ماڻهو گهٽ پيدا ٿيا آهن، جيڪي سماج کان ايترو تہ اڳتي نڪري وڃن، جو سماج انهن کي چئلينج ڪرڻ جي پوزيشن ۾ نہ هجي.

مٿئين راءِ سان ڪجهہ پڙهندڙن کي اختلاف ٿي سگهي ٿو ڇاڪاڻ تہ يونان جي فڪري زوال جي اسبابن جي حوالي سان مختلف رايا پيش ڪيا ويا آهن. هڪڙو رايو هيءُ آهي تہ ايشيائي قسم جي وڏي شهنشاهيت جوڙڻ کان پوءِ، يونان

پنهنجي شهري رياست واري آزادي وڃائي چڏي ۽ ٻي ڳالهه هيءَ آهي تہ يونان ۾ اهو امن ۽ سڪون قائم نہ رهيو جيڪو علم ۽ فڪر لاءِ ضروري هو. آئون ٻنهي راين کي يونان جي زوال لاءِ ناڪافي سمجهان ٿو. ٻنهي سببن جو يونان جي فڪري زوال ۾ بظاهر ۽ بنيادي عمل دخل نہ هو. ايئن ڪٿي چئجي تہ انهن جي ثانوي حيثيت هئي. جيڪڏهن امن ۽ سڪون وڃائڻ جي ڪري فڪر جو وهڪرو رُڪجي وڃي ها تہ پوءِ فارسين جي چڙهاين، انهن جي تباهہ ڪارين، خونريزين کان پوءِ ۽ ٽيهہ سالہ پلوپونيز جنگ ۽ پليگ جي هوندي سُقراط ۽ افلاطون جنم ڪيئن وٺن ها، جيڪي يونان جي علم ۽ فڪر جي آسمان جا هميشہ چمڪندڙ تارا آهن. يونان خاص طور اٿينس ۾ اظهار جي آزاديءَ جي ڳالهہ ڪئي وڃي ٿي، جيڪا چيو وڃي ٿو تہ ان شهنشاهيت جوڙڻ ڪانپوءِ وڃائي. اها آزادي هيءَ هئي، جنهن ايگزاگورس، پروٽاگورس، پروڊيڪس، سُقراط ۽ ارسطوءَ تي ملحد هجڻ جا مقدما هلايا. نتيجي ۾ سُقراط کي زهر جو پيالو پياريو ويو. پروڊيڪس کي موت جي سزا ڏني وئي.

مٿين ٻنهي سببن جو هڪ حد تائين عمل دخل هو. پر بنيادي عمل دخل ارسطوءَ جي فڪر جي اوچائي آهي، جنهن کي پار ڪرڻ جي ان وقت ڪنهن ۾ بہ همت ئي نہ هئي ۽ جيڪڏهن ڪنهن همت ڪئي تہ ارسطوءَ جيترو ذهني ۽ فڪري پورهيو نہ ڪري سگهيو. باقي رومن سلطنت قائم ٿيڻ ۽ پوءِ ان تي عيسائيت جو قبضو ٿيڻ ارسطوءَ کان ڏيڍ صدي پوءِ جا واقعا آهن. رومن سلطنت علم ۽ فڪر جي دشمن ٿي پئي ۽ علم ۽ فڪر کي روڪيائين ۽ يورپ ۾ اونداهين دؤر جو بنياد وڌائين.

ارسطوءَ جي فڪر جي اوچائي يونان جو علم ۽ فڪر، سائنس ۽ فلسفي جي انتها جو نقطو هئي. ارسطو پنهنجي فڪر جي شروعات اتان ڪئي، جتي افلاطون پنهنجي فڪر کي ڇڏيو هو. افلاطون پنهنجي فڪر جي شروعات سُقراط جي ڇڏيل نقطي تان ڪئي هئي. تنهن ڪري انهن ٽنهي فلسفين جي مسلسل محنت، سوچ ۽ ويچار جي فڪر کي اها اوچائي ڏني، جيڪا ڪيترين ئي صدين تائين ناقابلِ پار هئي.

جيئن افلاطون جو نُنڍپڻ ۾ سياست طرف لاڙو هو ۽ ان ڪري سندس فلسفي ۾ هڪ سياستدان وانگر سماج جو ڳوڙهو مشاهدو نظر اچي ٿو. تيئن ارسطوءَ جو ننڍپڻ ۾ حڪمت سان تعلق هجڻ ڪري سندس فلسفي ۾ عام طرح فطري سائنس ۽ خاص طرح حياتيات واري سائنس جو گهڻو اثر ملي ٿو.

افلاطون جي تصورن واري فلسفي تي پهرين تمام گهڻو بحث ٿي چڪو آهي. افلاطوني تصور ڪيئن لاڳو ٿين ٿا، ان تي غور ويچار ڪيو. افلاطون اهو ڪڏهن سوال نہ ڪيو تہ تصور ڪيئن جُڙن ٿا، تنهن ڪري افلاطون تصور/ شڪلين (Forms) ۽ جسمن/ مادي جي وچ ۾ ڪهڙو تعلق آهي، ڄاڻڻ ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهيو. افلاطون ٺهيل ٺڪيل تصور لاڳو ٿيڻ ۽ انهن جي ماڻهوءَ لاءِ اهميت تي غور ويچار ڪيو.

ارسطوءَ افلاطون جي ڇڏيل نقطي کان شروعات ڪندي اهو سوال اُٿاريو جيڪو افلاطون کان رهجي ويو هو يعني تصور جڙن ڪيئن ٿا؟ افلاطون وٽ اهو سوال نہ اُڀرڻ يا هن سوال جي ايتري اهميت نہ هجڻ جو سبب افلاطون جو بنيادي محرڪ يونان جي شهري رياست هجڻ ۽ ان جي سماج کي سڌارڻ آهي.

ارسطو جڏهن ان سوال تي، تہ تصور ڪيئن جڙن ٿا، غور ويچار ڪيو تہ ان جي اڳيان اها ڳالهہ واضح ٿي تہ اسان مادي شين مان تصور جهٽيون ٿا، نہ ڪي اهي تصور اسان کي ڪنهن انسان کان اعليٰ هستيءَ پاران مليا آهن. شڪل مادي سان گڏ آهي، شڪلين کي مادي کان الڳ ڪري نٿو سگهجي ۽ ايئن ارسطو افلاطون کان اڳتي وڌندي چيو تہ شڪليون ۽ جوهر/ ڳر/ مادو جسم هڪٻئي کان الڳ ڪري نٿا سگهجن. ان ڳالهہ تي جڏهن ارسطوءَ کان پڇيو ويو تہ تون افلاطون کي رد ڪري رهيو آهين، تہ چيائين:

"Dearer is Plato but dearest is truth."

"افلاطون پيارو آهي پر سڀ کان وڌيڪ پيارو سچ آهي."

تصور ڇا آهن ۽ وصفون ڇا آهن؟ تي افلاطون ۽ سُقراط ڳالهائي ويا هئا، ارسطو غور ويچار ڪرڻ کان سواءِ ان تي غور ڪيو تہ علم حاصل ڪيئن ٿئي ٿو ۽ هن ٻوليءَ تي گهرائيءَ سان سوچيو ۽ ٻوليءَ بابت نتيجي تي پهتو تہ ڳالهايا ويندڙ لفظ سڌيءَ طرح حاصل ڪيل تجربن کي ياد ڪرڻ لاءِ نشانيون آهن ۽ لکيا ويندڙ لفظ وري ڳالهائجندڙ لفظن جون نشانيون آهن. جيئن سيني ماڻهن وٽ هڪ جهڙي لکت ناهي، تيئن سيني وٽ ٻوليءَ جا آواز بہ ساڳيا ناهن. پر سڌيءَ طرح حاصل ڪيل تجربا (يعني حواس جي ذريعي حاصل ڪيل تجربا، جيئن وڻ هر ڪنهن کي وڻ نظر ايندو ڪنهن کي بہ ڪُتو مينهن وغيره نظر نہ ايندو) سيني وٽ ساڳيا آهن، جن تي پوءِ (هر علائقي ۾ مختلف) لفظن جون نشانيون رکيون ويون. (جيئن

وڻ کي ڪنهن وڻ، ڪنهن پيڙ، ڪنهن درخت، ڪنهن ٽري جي آوازن واريون نشانيون ڏنيون) گڏوگڏ شين جون صورتون/ نقشا ۽ خاڪا پڻ سيني لاءِ ساڳيا آهن.[1]

افلاطون- ماڻهوءَ جو فلسفي سان تعلق، بابت لکيو آهي ته "اها حيراني هئي جيڪا ماڻهوءَ کي فلسفي طرف وٺي وئي."

ارسطو- ماڻهن جي علم سان تعلق بابت سندس شاهڪار ڪتاب مابعدالطبعيات ۾ لکي ٿو بلڪ هن جملي سان شروع ڪري ٿو "سيني ماڻهن کي فطرتاً ڄاڻڻ جي خواهش آهي." وڌيڪ لکي ٿو ته: "سڀ جاندار ڄمندي حواسن جي صلاحيت رکن ٿا. انهن مان ڪن پاڻ ۾ يادگيرو پيدا ڪيو...." "ماڻهوءَ کان سواءِ سڀ جاندار شڪلين ۽ يادگيرين سان گڏ زنده رهن ٿا. ڪجھ جاندارن انهن شڪلين ۽ يادگيرين مان ڪجھ تجربا حاصل ڪيا آهن، پر انسان عقل ۽ فن سان گڏ زنده رهي ٿو."[2]

"سائنس ۽ فن تجربن جي ذريعي ماڻهو وٽ آيو آهي."

ايئن ارسطو ٻوليءَ جي چير ڦاڙ ڪندي تصورن جي چير ڦاڙ ڪئي ۽ لفظن (نشانين) تي رُڪجي بيهڻ يا اتان شروعات ڪرڻ بجاءِ ان کان به اڳتي ويو پر ڪهڙين شين، ڪهڙن لقائن مان تصور جُڙيا آهن، جن تي لفظن جوُن نشانيون رکيون ويون آهن، جنهن کي اڳتي هلي منطق (Logic) جو نالو ڏنو ويو.

ارسطو سوچيو ته ڪنهن به شيءِ بابت علم حاصل ڪرڻ لاءِ ڪهڙا ڪهڙا سوال ٿي سگهن ٿا ۽ يونان جي فلسفي کي پڙهندي اهو ڏسڻ جي ڪوشش ڪيائين ته ڪهڙن سوالن جي جوابن جي انهن تلاش ڪئي آهي، ارسطو هن نتيجي تي پهتو ته جسماني (Physical) شين کي هيٺين چئن سوالن مان ڄاڻي سگهجي ٿو.

(1) "شيءِ" ڇا مان ٺهيل آهي؟

(2) ڪهڙي شڪل واري آهي؟

(3) ان جو بڻ بنياد (Origin) ڪهڙو آهي؟

(4) ان جو مقصد ڇا آهي؟

---

[1] On Interpertation, Trans: E.M Edghin

[2] Metaphysics, Trans: W.D Ross

ارسطوءَ مطابق مٿيان چار سوال اهم آهن، جن مان اسان ڪنهن جسماني شيءِ جي باري ۾ مڪمل وضاحت حاصل ڪري سگهون ٿا. ارسطوءَ جسم رکندڙ شيءِ جي باري ۾ علم حاصل ڪرڻ لاءِ چار سوال ڏنا. مجموعي علم حاصل ڪرڻ لاءِ ڏهہ سوال ڏنا اٿس.

(1) شيءِ ڇا جي ٺهيل آهي/ هئي؟ (جوهر)

(2) ڪيتري آهي/ هئي؟ (مقدار)

(3) ڪهڙي آهي/ هئي؟ (معيار)

(4) ڪنهن سان لاڳاپيل آهي/ هئي؟ (رشتو)

(5) ڪٿي آهي/ هئي؟ (مڪان)

(6) ڪيڏي مهل/ ڪهڙي وقت؟ (زمان)

(7) ڪهڙي ماحول ۾؟ (ماحول)

(8) ڪهڙيءَ حالت ۾؟ (حالت)

(9) ڪهڙي عمل ۾؟ (عمل)

(10) ڪهڙي جذباتي ڪيفيت ۾؟ (جذبا)

مٿين مان هرهڪ سوال جدا جدا موضوع/ پاسي (Catagories) جي نمائندگي ڪري ٿو. ارسطو موضوع/ پاسن (Catagories) جي باري ۾ چيو آهي تہ ڪُل ڪيٽيگريز ڏهہ آهن:

(1) جوهر (Substance)

(2) مقدار (Quantity)

(3) معيار (Quality)

(4) رشتو (Relation)

(5) مڪان (Place)

(6) زمان (Time)

(7) ماحول (Situation)

(8) حالت (Condition)

(9) عمل/ سرگرمي (Action)

(10) جذبو (Passion).

اهڙو ڪوبہ علم ڪونهي، جيڪو مٿين ڪيٽيگريز کان ٻاهر هجي. ارسطو هڪ طرف لامحدود علم ۽ بي شمار تصورن کي ڏهن ڪيٽيگريز ۾ ورهائيندي

علم ۽ تصور جي درجابندي ڪئي، ٻئي طرف ارسطو تصور ۽ جسم جي تعلق بابت ڳالهايو.

ارسطوءَ ڪان اڳ شڪل ۽ ڳر، صورت ۽ جسم کي الڳ سمجهيو ويندو هو پر ارسطوءَ چيو تہ صورت يا شڪل مادي يا جسم کان الڳ وجود نٿي رکي، پر ان سان گڏ وجود رکي ٿي ۽ ايئن اهڙو ڪوبہ مادو ناهي، جيڪو شڪل يا صورت کان سواءِ وجود رکندو هجي.

تصورن ۽ جوهرن کي الڳ ڪري ڏسڻ جو مسئلو هنن سببن جي ڪري ٿئي ٿو جيڪڏهن ڪنهن کان پڇجي، تہ انسان ڇا کي چئجي ٿو تہ اهو ماڻهو سندس ذهن ۾ موجود انسان واري تصور کي ٻاهر ماحول ۾ موجود مختلف شين سان ڀيٽي ٿو ۽ تصور تي پوري لهندڙ شيءِ لاءِ چوي ٿو تہ هيءُ انسان آهي. اهڙيءَ طرح انسان يا ڪنهن بہ شيءِ جي ڳولا لاءِ ماڻهو پنهنجي ذهن ۾ موجود تصور سان ٺهڪندڙ شيءِ کي ٻاهر ڳولي ٿو. اهڙيءَ ريت ڳولا ۾ ان شيءِ کان وڌيڪ تصور جي اهميت ٿئي ٿي ۽ گڏوگڏ تصور کي شيءِ کان الڳ سمجهڻ جي غلطي ٿئي ٿي. هن مسئلي کي اڃا بہ وضاحت سان هن مثال ذريعي سمجهي سگهجي ٿو: اسين ڪنهن اسٽور روم ۾ ڪنهن شخص کي ڪمپيوٽر جي هارڊ ڊسڪ ڳولڻ لاءِ چئون ٿا، ان شخص وٽ ڪمپيوٽر جي هارڊ ڊسڪ جو ڪوبہ تصور ڪونهي. جواب ۾ اهو شخص ڇا ڪندو؟ اهو شخص ڪوبہ سوال پڇڻ کان سواءِ جيڪڏهن اسٽور ۾ هارڊ ڊسڪ ڳوليندو تہ اهو شخص پهرين پنهنجي ذهن ۾ تصور جوڙيندو تہ هارڊ ڊسڪ ڪهڙي ٿي سگهي ٿي ۽ پنهنجو پاڻ مرادو جوڙيل تصور جي بنياد تي ٿي سگهي ٿو تہ مائوس کڻي اچي. اسان ان کي چونداسين تہ هيءُ مائوس آهي، هارڊ ڊسڪ نہ آهي ۽ جيڪڏهن اهو پڇڻ تي تہ توکي هارڊ ڊسڪ جي خبر آهي، تہ اها ڪهڙي ٿيندي آهي؟ جي جواب ۾ هو وراڻي تہ مون کي خبر نہ آهي تہ پوءِ چونداسين تہ پوءِ تون ڳولڻ ڇو وئين؟ ۽ اهڙي رويي کي چونداسين، ”هڪ تجربو گهٽ- ٻيو اعتماد گهڻو“ پر جيڪڏهن اهو شخص هارڊ ڊسڪ ڳولي اچڻ لاءِ اسٽور ۾ نٿو وڃي ۽ چوي ٿو تہ هارڊ ڊسڪ ڪهڙي ٿيندي آهي، تہ ان کي پار پتا ڏبا ۽ پنهنجي ڏنل پار پتن مان جيڪڏهن ان شخص صحيح تصور جوڙي ورتو تہ هو هارڊ ڊسڪ ڳولي ايندو. جيڪڏهن ڏنل پار پتن باوجود ان جي ذهن ۾ تصور نٿو جڙي تہ اسين ان کي هارڊ ڊسڪ هٿن ۾ ڏيئي چونداسين تہ ههڙي ٿيندي آهي ۽ ايئن اهو شخص هارڊ

ڊسڪ کي ڏسي تصور جوڙيندو ۽ هارڊ ڊسڪ ڳولي ايندو ۽ اهڙيءَ طرح اسين ڏسي سگهون ٿا تہ هارڊ ڊسڪ جو عام تصور هڪ مخصوص هارڊ ڊسڪ کي ڏسي جُڙي ٿو.

اهڙيءَ طرح ارسطوءَ چيو تہ تصور مادي شين مان جُڙن ٿا ۽ گڏوگڏ نتيجو ڪڍيو تہ آفاقي يا عام تصور اڪيلين / مخصوص شين مان جُڙي نہيا آهن.

اٿليءَ وارو فلسفي پرمينائيڊز مادي جي دائمي ۽ هميشہ کان موجود هجڻ بابت اهڙا تہ منطقي بنياد ڏئي ويو هو جو ان کي ڪوبہ چئلينج نہ ڪري سگهيو پر ارسطو انهن کي بہ چئلينج ڪرڻ کان سواءِ سمجهيو تہ مادو هميشہ کان موجود هو. ارسطوءَ جي مشاهدي ۾ بار بار اها ڳالهہ آئي، تہ جسم عدم مان وجود نٿا وٺن، پر ٻين جسمن مان جڙي جنم وٺن ٿا. ارسطوءَ مطابق مادي ۾ حرڪت پهريائين نہ هئي. مادو شروع ۾ بي حرڪت هو ساڪن هو حرڪت بعد ۾ مادي ۾ آئي. هن مادي کي حرڪت ماوراي قوت يعني خدا ڏني آهي. خدا مادي کي شروع ۾ فقط هڪ دفعو حرڪت ڏني، هاڻ مادو پاڻمرادو حرڪت ۾ آهي.

ارسطو شين جي حرڪت بابت چيو تہ اهي پنهنجو پاڻ کان وڏي ٿيڻ واري اندروني ڇڪ (Inner Urge) جي ڪري، حرڪت ڪن ٿيون ۽ هر شيءِ ڪچي مادي مان آئي آهي ۽ ايندڙ اوچي صورت/ شڪل (Higher Form) کي جنم ڏئي ٿي ۽ ان جو ڪچو مادو بڻجي ٿي. هن دنيا ۾ هر شيءِ پنهنجي مخصوص حاصلات لاءِ حرڪت ڪري ٿي. مختلف سبب ڪنهن لقاءَ کي متعين ڪن ٿا. آخري سبب جيڪو (ڪنهن بہ شيءِ جي) مقصد کي طئي ڪندڙ آهيٌ، اهو ٻين سببن کان وڌيڪ فيصلاڪن ۽ اهم آهي. شين جي حرڪت جو بنيادي سبب سندن طئي ٿيل مقصد جي حاصلات لاءِ ڪوشش ڪرڻ آهي. هڪ ٻج ڦُٽي ٿو ٻوٽو يا وڻ ان لاءِ ٿئي ٿو تہ ان کي اهڙو ٻيو ٻج پيدا ڪرڻو آهي. ساڳيءَ طرح انسان بہ پاڻ مان پاڻ جهڙو انسان پيدا ڪرڻ لاءِ وڏو ٿئي ٿو. ارسطوءَ هيءُ نتيجو شايد اُن لاءِ ڪڍيو ڇاڪاڻ تہ ان ڏٺو تہ سڀ جاندارن جي عروج جي مقرر حد تڏهن هوندي آهي، جڏهن اها نسل افزائش واري عمل ۾ هوندي آهي ۽ جڏهن ڪنهن جاندار مان اها صلاحيت ختم ٿي ويندي آهي تہ اهو پوڙهو ٿي پنهنجي فنا تي پهچندو آهي.

ارسطوءَ جي ڪائنات بابت نقطہ نگاهہ ۾ سندس حياتياتي مشاهدي وارو عمل دخل تمام گهڻو آهي، تنهن ڪري ارسطو ڪائنات ۾ بہ حرڪت، تبديلي ۽ واڌارو ايئن ڏٺو جيئن زندگيءَ ۾ حرڪت ۽ تبديلي هوندي آهي. هر زندگي جوان ٿيڻ،

پاڻ مان پاڻ جهڙو پيدا ڪرڻ ۾ پوءِ فنا ٿي وڃڻ جي ڪري حرڪت ڪري ٿي. پاڻ مان پاڻ جهڙو پيدا ڪرڻ زندگيءَ جو مقصد هو. اهو مقصد پهرين طئي ٿيل آهي. اهڙيءَ ريت ارسطوءَ سمجهيو تہ ڪائنات پنهنجي طئي ٿيل مقصد جي حاصلات لاءِ حرڪت ڪري ٿي.

ارسطوءَ جي هن ڳالهہ، جنهن کي هن سائنسي انداز ۾ سمجهائڻ چاهيو ٿي، ان عيسائيت لاءِ تمام اهم ۽ منطقي بنياد فراهم ڪيا. ارسطو ڪڏهن بہ ايئن ڪونہ چيو تہ هن ڪائنات جي هر شيءِ جو مقصد، ان جو هر ڏاڪو ڪائنات ڪان مٿاهين هستي طئي پئي ڪري. ارسطوءَ جو چوڻ هو تہ ان جا سبب ان جو مقصد طئي پيا ڪن. ارسطو فقط چيو تہ هن بي حرڪت مادي کي هڪ دفعو خدا حرڪت ڏني، هاڻ مادو پاڻمرادو حرڪت پيو ڪري. ارسطوءَ کان پوءِ عام فهم ماڻهن اهو نتيجو ڪڍيو تہ هن ڪائنات ۾ موجود هر شيءِ جي حرڪت ۽ ان جو هر ڏاڪو خدا پيو طئي ڪري.

هتي اها وضاحت ضروري آهي تہ ان ۾ انهن جي نيڪ نيتي ۽ بدنيتيءَ جو سوال ناهي، پر سمجهہ جو سوال آهي. ارسطوءَ واري ڳالهہ ايتري سولي نہ هئي جو ان کي هرڪو سمجهي سگهي. نتيجي ۾ عام ماڻهوءَ سمجهيو تہ مقصد طئي تہ ڪونہ ڪو روح ڪندو ۽ ڪائنات پاڻمرادو مقصد ڪيئن طئي ڪندي، تنهن ڪري هن ڪائنات جو مقصد خدا طئي ڪيو آهي. واضح رهي تہ ارسطوءَ جي ان ڳالهہ کي، تہ هر شيءِ پنهنجي مقصد جي حاصلات لاءِ حرڪت ڪري ٿي، کي چئلينج نہ ڪيو ويو، ڇاڪاڻ تہ ان لاءِ ارسطوءَ زندگيءَ جا مثال ڏنا هئا، اهي مثال ايترا تہ جٽادار ۽ وزندار هئا جو انهن کي ان وقت جي ذهن ايئن ئي قبول ڪيو.

خيالن کي جيڪڏهن واضح ۽ چٽيءَ طرح بيان نٿو ڪجي ۽ ان کي مبهم انداز ۾ بيان ڪجي ٿو تہ ان کي صحيح رخ ۾ سمجهڻ بجاءِ غلط رخ ۾ سمجهڻ جا گهڻا امڪان ٿين ٿا. پيو تہ خيالن کي واضح ۽ چٽيءَ طرح بيان ۾ نہ اچڻ ۽ مبهم انداز ۾ بيان ٿيڻ جو ڏوهہ هر حالت ۾ ان کي بيان ڪندڙ مٿان نٿو اچي. فلسفي گهڻي قدر اهي ڳالهيون سوچيندا، پروڙيندا ۽ لهندا آهن، جن کي تنهن وقت جو سماج سمجهڻ کان قاصر هوندو آهي، پر هئي پاسي هيءَ بہ حقيقت آهي تہ فلسفي ۾ هڪڙو رجحان چيو وڃي ٿو جيڪو ارسطوءَ کان پوءِ شروع ٿيو تہ فلسفياڻن خيالن کي اهڙي انداز ۾ بيان ڪجي جو ان کي عام ذهن سمجهڻ کان قاصر هجي.

ارسطوءَ جي ”مقصدن جي حاصلات واري ڳالھہ“ مبهم هجڻ ڪري ان مان اهو نتيجو ڪڍيو ويو تہ ماڻهو بي وس آهي. هر شيءِ اڳ ۾ طئي ٿيل پروگرام/ مقصد جي لاءِ حرڪت ڪري ٿي. ارسطوءَ جي انهيءَ ڳالھہ (جيڪو ارسطو ڪڏهن بہ نہ چاهي ها) تقدير کي سچو ثابت ڪرڻ لاءِ تمام اهم منطقي جواز فراهم ڪيا، بلڪہ ان لاءِ رستو صاف ڪري ڇڏيو.

ارسطو جنهن انداز ۾ پنهنجن خيالن کي بيان ڪيو ٿي، اهو نہ فقط تڏهن پر اڄ جي عام ذهن جي لاءِ بہ سمجهڻ ڏکيو آهي.

ارسطو شڪل (Form) کي فقط نقشن تائين محدود نہ ڪيو پر هن مطابق فارم/ صورت/ شڪل جوڙيندڙ قوت آهي. (يعني ٻج جي اندر سلو ٿيڻ جي صلاحيت) اها داخلي ضرورت ۽ ڇڪ آهي، جيڪا عام مادي کي هڪ مخصوص شڪل ۾ مخصوص مقصد جي سانچي ۾ سانچي/ ڍالي (Mould) ٿي. اها ڪنهن شيءِ جي اندر موجود ڪجهہ ڪرڻ، ڪجهہ ٿيڻ، ڪجهہ هجڻ جي قوت/ توانائيءَ جو مجموعو آهي.

هتي ڏسي سگهون ٿا تہ صورت (Form) جي عام معنيٰ ۽ ارسطو جنهن کي فارم/ صورت چوي ٿو ان ۾ ڪيڏو فرق آهي.

ايئن ارسطو روح کي بيان ڪري ٿو ارسطو- روح کي ساهہ کڻڻ ۽ ڇڏڻ تائين محدود نٿو ڪري، پر هن روح جي وصف ڪجهہ هن طرح بيان ڪئي آهي: ”روح- ڪنهن بہ سرشتي جي شروعات کان آخر تائين رونما ٿيندڙ مختلف ڏاکن، حرڪت ۽ قوت جو مجموعو آهي، ٻوٽي ۾ روح فقط وڌڻ ويجهڻ (Nutrative) ۽ پاڻ جهڙو پيدا ڪرڻ جي قوت جو نالو آهي: ”جانورن ۾ اهو وڌڻ ويجهڻ سان گڏوگڏ پاڻ مان پاڻ جهڙو پيدا ڪرڻ سان گڏ حواسن ۽ حرڪت ڪرڻ جي قوت جو نالو آهي ۽ ماڻهوءَ ۾ انهن سيني سان گڏ سوچڻ ۽ عقل کي استعمال ڪرڻ جي مجموعي جو نالو آهي.“

ارسطوءَ مطابق ڪوبہ سڌيءَ طرح تبديل ٿيڻ چاهي تہ نٿو ٿي سگهي، يعني ماحول ان ۾ هجي ۽ تبديل ٿيڻ چاهيندو هجي، پر ارسطوءَ مطابق ماڻهو پهرين خواهش ڪري ٿو تہ آءٌ هيئن ٿيان، پوءِ ايئن ٿيڻ لاءِ ماحول کي تبديل ڪري ٿو جيڪو ان کي ايئن ٿيڻ ۾ مدد ڪري ٿو.

ارسطو هن طرح لکي ٿو تہ: ”اسين جيڪي آهيون، ان کان سڌيءَ طرح مختلف ٿيڻ جي خواهش نٿا ڪري سگهون. اسين اهو چونديءَ سگهون ٿا تہ اسين

ڇا ٿيندا آسين، هينئر ڪان ئي ماحول کي چونڊيندي، جيڪو اسان کي اسان جي خواهش واري حيثيت ڏياري، تنهن ڪري اسان ان ۾ آزاد آهيون. اسين پنهنجو ڪردار، شخصيت تبديل ڪري سگهون ٿا، دوستن، ڪتابن، جڳهين ۽ مزن جي چونڊ ڪندي“

ارسطوءَ جي هن ڳالھ کي اڃو تہ سادي مثال سان سمجهون. توهان سبزيءَ واري دڪان تان لوھ خريد ڪري نٿا سگهو. توهان پابند آهيو تہ سبزيءَ واري وٽان سبزي ئي خريد ڪريو پر ان ۾ آزاد آهيو تہ سبزيءَ واري دڪان بجاءِ لوھ واري دڪان تي وڃو ۽ پنهنجي گهرج جي شيءِ وٺو.

پرمينائيڊز جي اها ڳالھ تہ وجود مان وجود جنم وٺي ٿو اهڙي ڪا بہ شيءِ/ وجود ناهي، جنهن عدم مان وجود ورتو هجي. پرمينائيڊز ڪان پوءِ جي فلسفي تي تمام وڏا اثر ڇڏيا، بلڪ پرمينائيڊز پنهنجن دليلن وسيلي ان بحث کي ڪجھ صدين لاءِ چپ ڪرائي ڇڏيو. ايئن ئي هراقلطيس جي ڳالھ تہ ڪائنات مسلسل حرڪت ۾ آهي، ڪائنات ۾ هر وقت تبديلي آهي، بہ ايتري وزندار ۽ ديرپا هئي، جيتري پرمينائيڊز جي ڳالھ.

ارسطو انهن ٻنهي ڳالهين کي صحيح سمجهيو ٿي. ارسطوءَ وٽ وجود مان وجود ۽ ڪائنات ۾ مسلسل حرڪت بحث نہ پر مڃيل حقيقتون هيون. هنن ٻنهي حقيقتن کي مڃڻ ڪان پوءِ هڪ اهم سوال ارسطوءَ آڏو هو. اهو هيءُ تہ غير جٽادار لقاءَ هميشہ تبديل ٿيندڙ ڪن پل لاءِ وجود وٺندڙ ۽ وري فنا ٿيندڙ جنهن جون بہ گهڙيون بہ هڪ جهڙيون نہ آهن، اهي ڪيئن علم فلسفي جي دائري ۾ اچي سگهن ٿا؟ جڏهن تہ فلسفو جٽاءُ جي گهر ڪري ٿو.

ارسطوءَ جو مٿئين سوال بابت نقطہ نظر هيءُ هو تہ توڙي جو دنيا پهرين نظر ۾ مسلسل حرڪت ڪندڙ آهي ۽ ڪو بہ اڻ تبديل ٿيندڙ سچ نٿي ٻڌائي، پوءِ بہ هڪ فلسفي پنهنجي ذهن/ فڪري عمل ذريعي لڳاتار تبديليءَ کي غور ويچار ڪري ان جي اندر (مستقل تبديليءَ جي اندر) کي اهڙا اُصول ۽ عنصر ڳولي لهي ٿو، جيڪي تبديل نٿا ٿين. اهڙي ڪا بہ شيءِ ڪانهي، جيڪا حواسي دنيا ڪان ٻاهر وجود رکندي هجي. اهي (اُصول ۽ عنصر) هن حواسي دنيا/ مادي دنيا ۾ ئي وجود رکن ٿا ۽ انهن ۾ اها صلاحيت موجود آهي تہ ان کي مادي دنيا ڪان الڳ ڪري سگهجي. اهي اڻ تبديل ٿيندڙ آهن ۽ حقيقي فلسفي جي حاصلات آهن.

خدا جي تصور جي تاريخ اندر اهميت ۽ خدا جي تصور جي ارتقا فلسفي جو دلچسپ موضوع رهي آهي. يوناني فلسفي ان ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. ارسطوءَ آڏو بہ خدا جو وجود اهم هو. بي جان مادي ۾ حرڪت ڪيئن پيدا ٿي؟ ان مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ ٻين فلسفين وانگر ارسطوءَ مطابق خدا هن ڪائنات کي حرڪت ڏني ۽ جڏهن تہ خدا پاڻ بي حرڪت آهي. خدا هن سموري ڪائنات جو محرڪ آهي، حرڪت ڏيندڙ آهي. خدا هن ڪائنات کي مشيني انداز ۾ حرڪت نہ ڏني آهي، پر تخليقي حرڪت ڏني آهي. خدا بي ماد، بي جسم، بي جنس، جذبن کان پاڪ، ڪامل ۽ دائم آهي. خدا ڪائنات کي فقط هڪ دفعو حرڪت ڏني، هاڻ خدا ڪجهہ بہ نٿو ڪري، خاموش ويٺو آهي.

نظريي ۽ عمل جو بحث قديم فلسفي کان وڌيڪ جديد فلسفي ۾ آهي. ارسطو نظريي ۽ عمل جي وچ ۾ معتبريءَ واري تڪرار کي انتهائي خوبصورتيءَ سان حل ڪيو آهي. ارسطو مابعدالطبعيات جي جلد پهرين ۾ لکي ٿو تہ: "تجربي وارو ماڻهو تجربي کان خالي فقط نظريي واري ماڻهوءَ کان وڌيڪ آهي. ان جو سبب اهو آهي تہ تجربو ڪنهن انفرادي اڪيلي شيءِ جو ٿيندو آهي ۽ فن عالمگيريت/ آفاقيت جو ٿيندو آهي ۽ عمل ۽ پيداوار ڪنهن هڪ شيءِ/ انفرادي شيءِ سان لاڳاپيل هوندا آهن. فقط نظريي وارو ماڻهو ڪنهن شيءِ کي جوڙي نٿو سگهي، پر تجربي وارو ماڻهو ڪا شيءِ جوڙي يا تخليق ڪري سگهي ٿو."

ارسطو خلاءَ بابت ڳالهائيندي چيو تہ فطرت ۾ ڪوبہ خلاءَ يا خال ( Void/ Vacum) ڪونهي. ارسطو Metaphysics ۾ ڊيماڪريطس جي خلاءَ واري تصور تي تنقيد ڪندي چوي ٿو تہ: "اهو فرض ڪرڻ تہ خلاءَ ۾ ڪابہ شيءِ/ ڪوبہ وجود ڪونهي، اهڙي وجود جو هجڻ ناممڪن آهي، اهڙو ڪوبہ خلاءَ نٿو ٿي سگهي، جنهن ۾ ڪوبہ وجود نہ هجي."

ارسطوءَ جو آڪاس بابت هيءُ خيال هو تہ هن ڪائنات جو مرڪز سج بجاءِ ڌرتي آهي، جنهن کي ڪائنات جو ڌرتيءَ جي مرڪز وارو نظريو چيو وڃي ٿو. ارسطو فيثا غورث جي ان ڳالهہ کي رد ڪيو تہ هن ڪائنات جو مرڪز سج آهي.

# مددي ڪتاب ۽ ويب سائيٽون

(1) A Hand Book on the History of Philosophy, By: J.Ibeit_e_Avey.
(2) Dictionary of Philosophy, By: G. Vesey & P. Foulkes.
(3) Sophie's World, By: Jostein Garden.
(4) The Story of Philosophy, By: Will Durant.
(5) At the crossrroad of Infinities, By: E.I.Parnov.
(6) History of Western Philosophy, By: Bertrand Russel.
(7) The Greek Philosopher's, By: W.K.C Guthrie.
(8) A Critical Hisoty of Greek Philosophy, By: W.T.Stace.
(9) The Legacy of the Ancient world, By: G.DE Burgh.
(10) Encyclopeida of Cyber World.
(11) Encarta Encyclopedia.
(12) Britanica Encylopedia.
(13) The Internet Encyclopedia of Philosophy.
http:# www.utm.edu/reserach/iep
(14) ION By Plato Translated, By: W.H.D Rouse.
(15) Meno By Plato Translated, By: W.H.D Rouse.
(16) Symposium (The Banquet) By Plato Translated, By: W.H.D Rouse.
(17) The Apology By Plato Translated, By: W.H.D Rouse.
(18) CRITO By Plato Translated, By: W.H.D Rouse.
(19) Phaedo By Plato Translated, By: W.H.D Rouse.
(20) Mythology Edit By Hamiltion.
(21) Early Greek Philosphy, By: John Burnet.
(22) Histories BY Herotodus.
(23) The Great Philosophyers (From Socrates to Turing)
Edited by Ray Monic and Frederic Rephael.
(24) Laws BY Plato Translated, By: Benjamin Jowett.
(25) Charmides BY Plato Translated, By: W.R.M.Lamb.
(26) Lysis or Friendship By Plato Translated, By: W.R.M.Lamb.
(27) Laches or Courge By Plato Translated, By: W.R.M.Lamb.
(28) Protagoras By Plato Translated, By: Benjamin Jowett.
(29) Euthyphro By Plato Translated, By: Harold North Fowler.

(30) Gorgias By Plato Translated, By: Benjamin Jowett.
(31) Parmenides By Plato Translated, By: Harold North Fowler.
(32) Sohist By Plato Translated, By: Harold North Fowler.
(33) The Seventh Latter By Plato Translated, By: R.G. Bury.
(34) Categries By Aristotle Translated, By: E.M. Edghill.
(35) On Interpretation Translated, By: E.M. Edghill.
(36) Prior Analytics By Aristotle Translated, By: A.J. Jenkinson.
(37) Posterior Analyticst By Aristotle Translated, By: A.J. Jenkinson.
(38) On Generation and Corruption, By: Aristotle.
(39) Metaphysics By Aristotle By Hugh Tredennic.
(40) On the Soul, By Aristotle.
(41) On the Sense and Sensible, By: Aristotle.
(42) On Memory and Reminiscence, By: Aristotle.
(43) Politics, By: Aristotle, By: H. Rackam, By: Aristotle.

## اداري پاران ڇپايل ڪتاب

1ـ ايم ڪيو ايم جي سياست ۽ سنڌ – 2005ع
جامي چانڊيو — 60/ـ

2ـ رسول بخش پليجي جون مڪمل تحريرون
سياسي ادب (ڀاڱو پهريون جلد 1) ـ 2005ع — 600/ـ

3ـ تنهن ڀاڱي ۾ ڀُنا ڏينهڙا (رياستي بحران ۽ قومي سوال 2006ع)
جامي چانڊيو — 100/ـ

4ـ رسول بخش پليجي جون مڪمل تحريرون
سياسي ادب (ڀاڱو پهريون جلد 2) ـ2006ع — 600/ـ

5ـ ڪتا اُپ ڪتا ـ ڪهاڻيون (2007ع)
ڊاڪٽر تهمينه مفتي — 120/ـ

6ـ تبديليءَ جا محرڪ ۽ سنڌ جو آئيندو (2007ع)
جامي چانڊيو — 500/ـ

7ـ رسول بخش پليجي جون مڪمل تحريرون
سياسي ادب (ڀاڱو پهريون جلد 3) ـ 2007ع — 600/ـ

8ـ ٽه ماهي "فريڊم" (فيبروري ـ اپريل 2007ع)
ايڊيٽر: جامي چانڊيو — 100/ـ

9ـ جمهوريت، صحافتي اخلاقيات ۽ ميڊيا (2007ع)
جامي چانڊيو — 50/ـ

10ـ سيڪيولرزم ۽ عقليت پسندي (2007ع)
محمد ابراهيم جويو — 50/ـ

11ـ معلومات تائين رسائي ۽ بهتر انتظام ڪاري (2007)
مظهر لغاري — 30/ـ

12ـ امن ۽ انساني حق (2007ع)
ترتيب: ارشاد لغاري — 40/ـ

13ـ ايم ڪيو ايم جي سياست ۽ سنڌ (ڇاپو ٽيون) 2007ع
جامي چانڊيو — 80/ـ

14ـ ٽه ماهي "فريڊم" (مئي ـ جولاءِ 2007ع)
ايڊيٽر: جامي چانڊيو — 150/ـ

15_ سُپيريان جي ڳالهڙي (سفرنامو) 2007

نصرت ف_م لاشاري 50/=

16_ نوجوانن ڏنهن (2007) پرنس پيٽر ڪروپاٽڪن 30/=

17_ ڪي ماٺهو تاريخ ٽين ٽا (2007) جامي چانڊيو 80/=

18_ ٽه ماهي "فريڊم" (آگسٽ – آڪٽوبر 2007ع)

ايڊيٽر: جامي چانڊيو 150/_

19_ ٽه ماهي "فريڊم" (نومبر – جنوري 08_2007)

ايڊيٽر: جامي چانڊيو 150/_

20_ شعور (2008ع) ڊاڪٽر محبت ٻرڙو 80/_

21_ جدلي ماديت جا بنيادي اُصول (2008)

سنڌيڪار: ڊاڪٽر محبت ٻرڙو 100/_

22_ ادب، سياست ۽ سنڌي سماج (چونڊ فڪري ليڪچر)

جامي چانڊيو 150/_

23_ سنڌ منهنجي خوابن جي (مئي 2008) محمد ابراهيم جويو 150/_

24_ ٽه ماهي "فريڊم" (فيبروري – مئي 2008)

ايڊيٽر: جامي چانڊيو 150/_

25 – فلسفي جو تعارف ۽ اهميت (آگسٽ 2009ع)

راشد دائودپوٽو 100/_

26 – پاڪستان جا بحران ۽ اُن جو حل (سيپٽمبر 2009ع)

– ڊاڪٽر مبشر حسن 50/=

27 _ پاڪستان ۾ جمهوري وفاقيت جو بحران ۽ قومي خود مختياري (آڪٽوبر 2009ع)

_ جامي چانڊيو 30/=

28 _ سنڌ ڪيس (نومبر 2009ع)

سهيڙيندڙ: جامي چانڊيو 100/=

**وي پي گهرائڻ لاءِ:**

**شفيع برهماڻي (سرڪيوليشن مئنيجر)**

0333_7078915, 022_2652401

